08/02/2014.

# سُونهن جون
# سَوَ صُورتون

(ٻيو ڇاپو، واڌاري سان)

(شاعري)

شاهه محمد پيرزادو

ڪتاب جو نالو: سونهن جون سو صورتون

(شاعري)

شاعر: شاهہ محمد پيرزادو

پهريون ڇاپو: جون 2003ع

ٻيو ڇاپو: جنوري 2014 ع

ٽائيٽل : فرحان پيرزادو

ڪمپوزنگ، لي آئوٽ: مهتاب علي مگريو

ڇپيندڙ : Q_Printers

ڇپائيندڙ : شهرزاد




www.scheherzade.com.pk
info@scheherzade.com.pk

بي _ 155، بلاڪ 5 ،گلشن اقبال، ڪراچي۔

# انتساب

## Tribute to family & friends

## سوانحي غزل

زندگي منهنجي حصي ۾ جيڪا آئي
سا ڻ خوشين جي اداسائي به آئي

ٻاڪ، نيڪي، هيرُ، گهر جون رونقون ۽
آ وشال مَنَثار ، مثال ان ڪان. سوائي

دل جي دهه دهه جون صدائون جو ڪنايون
آ اچي ارشاد منهنجي دل ٻڌائي

حوصلن کي پَست ٿيندي جيئن ڏٺو آ
فيض ۽ آصف جي ياري راس آئي

هڪڙي لمحي ۾ اچي مان قيد ٿيو هان
ان جي گذرڻ جي گهڙي پر ڪا نه آئي

پيـنرون ٿيون چپريون تائي اُتَ ۾
پاءُ پاڇائي به چڙ منهنجي ڪمائي

ساز ڪيڏي پيار مان "بابا" چوي ٿو
هيءَ به هڪڙي سوڪڙي آهي خدائي

دل چوي بابي امان کي ڪو ٻڌائي
اڄ وري ڏاڏي اوهان جي ياد آئي

ٻاڪ، نيڪي، هير = ڏيئرن جا نالا
وشال ۽ مثال = پٽن جا نالا
ارشاد = گهرواري
فيض = فيض الله پيرزادو (دوست)
آصف = آصف فرخي (دوست)

# فهرست

# سهاڳ



## عشق جي انوکي ڪائنات

### انور پيرزادو

حُسن، عشق جي ڪائنات جو چنڊ سج آهي ۽ سج جي شعاع جا ترورا محبوب ماڻا آهن. هن جو رُسڻ، سج-گرهڻ، هن جي منهن موڙ چنڊ-گرهڻ، هن جي مُرڪ چنڊ ڪنوڻ ۽ هن جو پرچڻ سر سارنگ آهي.

عشق جي ڪائنات واقعي انوکي آهي جنهن ۾ ماڻهو داخل ٿئي ٿو ته انسان ٿيو پوي ۽ پوءِ اناالحق جو نعرو هڻي خود خدا ٿيو پوي. عشق، عاشق ۽ معشوق ڪنڌ، ڪنارو ۽ تندُ جيان هيڪڙائي هيڪ ٿي رازو نياز رسڻ ۽ پرچڻ، ناز ۽ انداز جي مام ٿيو پون.

عشق، انسان جو انتهائي فطري جذبو آهي، انسان جيڪو مرد به آهي ۽ عورت به ، مرد ۽ عورت ناليِ مخالف جنس جي ڇڪ مان عشق جي اُساٽ پيدا ٿئي ٿي ۽ پوءِ خبر پوي ٿي ته هي انتهائي مقدس جذبو آهي عبادت

جنهن جو پيو نالو آهي ، اها عبادت جيڪا اصلي آهي ، نقلي ناهي، ”جان جان پسين پاڻ کي، تان تان نانهن سجودُ- وڃائي وجود ننها پوءِ تڪبير چئو“-
وجود وڃائڻ واري وٺ ، پاڻ ارپڻ وارا افعال، انا کي ختم ڪرڻ وارو ڏڳ عشق بنا پيو ناهي-” نانگن ڪيئن نمائيو ، ناٿ نوايو نينهن“.

شيڪسپيئر چيو اهو Servitude of love ٿي انجواءِ ڪرڻ واري چيز آهي ، عشق ۾ غلامي ، معشوق کي سجدو، حق آڏو مٿو ٽيڪڻ-

حقان حق ٿيوس، هئي طالب حق جي،

اها ڪير هئي؟ اها سهڻي هئي جنهن کي ڏم پاسي ۾ ڏُکندو ۽ صحت وٺ سينگار هئي-اها سهڻي حق جي طالب هئي. اهو حَق، جنهن کي اسان ناحق سمجهندا آهيون!! اسان ” نهيل “ کي ”ڪريل“ ڪوٺيندا آهيون. چي ” فلاڻي، فلاڻي سان ڪريل آهي“. دراصل هوءَ هن سان نهيل هوندي آهي.
سو عشق، حق ۽ سچ آهي،پيو سڀ ڪوڙ آهي، دنياداري آهي، پاليٽڪس آهي، مذهب آهي، غير ماٺيو آهي، شاهن جي شاعريءَ واري حُسن جي سَوَ صورتن ۾ جيڪا صورت سڀ کان وڌيڪ موهيندڙ آهي. سو عشق آهي. عشق تي اسان وٽ بڻن پيل آهي. ”عاشقُ“ ”ڪارو“ ۽ ”ڪاري“ سڏجن ٿا، ڪُسي وڃن ٿا، پر عشق پوءِ بہ ٿئي ٿو ڪاري ۽ ڪارو پوءِ بہ قتل ٿين ٿا ۽ پوءِ بہ عشق ڪيو وڃي ٿو.

هلي آ زمانا!
تون منهنجي اکين کان
محبت جي جيڪا چمڪ آ
کسي وچ!
اها مان لڪائي
سگهان ٿي نه ٿو!

عشق ۽ مُشق برابر لڪندا ناهن. جي لڪي سگهن ها تـه هـي ڌرتـي پڙپانگ ٿي وڃي ها، انسان جي تخليق کي ٻنجواچي وڃي ها، ماڻهوءَ جو جـم رڪجي وڃي ها، نـه پيغمبر پيدا ٿئي ها، نـه ڪورشي ۽ مُني، نـه وليءَ ۽ نـه فقير!

هلي آ نه تنهنجي اکين ۾
مان پنهنجي محبت جي پيرن کي ڳولهي ڏسان،
هلي آ نه تنهنجي بدن جي سهاري
مان پنهنجي اندر جي اداسيءَ جي سرحدکي پائي
سگهان، هلي آ نه تنهنجي چپن تي مان مُرڪون ڏسي
دل جي دعويٰ پروڙي سگهان،
هلي آ جو مون کي
وڪوڙي وڃي ٿو
وري خوف تنهنجي جدائيءَ جو هاڻي،
”جدائيءَ جو خوف“.

A prevailing sense of wonder or mystery"
"Surrounding the mutual attraction in a love affair

# سوڻهن جون سو صورتون

آڪسفورڊ ڊڪشنريءَ ۾ "رومانس" لفظ جي ڪيترن معنائن مان هڪ معنيٰ هي بہ آهي جنهن ۾ مسٽري واري مام پڻ لڪل آهي. جدائيءَ جو خوف، مام ۾ ڳالهائڻ، اک جي معمولي اشاري سان هڪ جنم جي درد جي اوٽ، معشوق جو حواسن تي ڇانئجي وڃڻ!

ڇَم جي ڪنهن ڇِٽ وانگر،
تون حواسن تي آن ڇانئي
آلي اگرٽ جي مهڪ وانگر.

۾ "ڏسان جاڏي ڪاڏي پنهنجو پاڻ سان
اڇي نظر نہ پاجهئون يار جي........ ڏسان جاڏي
ڪاڏي..........
تون جڏهن ڪان تي اکين ڪان آن پري
منهنجي لئہ
هر شيءِ ۾ ظاهر ٿي پئي آن.

هي مجازي عشق آهي يا وحدت الوجود آهي يا وحدت الشهود آهي. ذات کي صفات ۾ ڏسڻ جي ڳالهہ آهي يا الله کي اثباتي ڪرڻ جو فلسفو آهي، نہ هي سونهن جي سو صورتن مان هڪڙي صورت آهي.

پر تصور ۾ اچا تائين اچين ٿي
ڊوڙ پائي
ڪنهن ابهري ٻار وانگر.

# سولهن جون سو صورتون

سونهن جي سَوَ صورتن هڪڙي صورت سهٽي هئڻ سان گڏو گڏ ڏاڍي ڇيندڙ ۽ ايذاءَ ڏيندڙ آهي.

تون منهنجي جيئڻ جو
رڳو ڏڍ آهين!!
تون مون لاءِ ناهين،
تون مون لاءِ ناهين.

لفظ هن درد کي ورلي بيان ڪرڻ جي سگهہ رکن ٿا. هي مامرو رڳو سنڌي لفظن جو نا هي پر دنيا جي سڀني ٻولين جا لفظ ڪنهن سُور کي سمجهائي نہ سگهندا آهن ڇاڪاڻ تہ لفظ تہ رڳو ليڪا آهن ۽ انسان جي دردمند دل زندگيءَ جي علامت آهي.

وقت جي پيرن ۾ پيڙا پيڪڙا
۽ وري جذبن ۾ چڙڻ ماٺار آ
عشق جون ريتون اهي ساڳيون پراڻيون
تهمتون سر تي کڻي ٿو جيئجي
حسن جي عادت اها ئي آ حجابي .
پاڻ پڙ جهوريءَ انهيءَ ۾ ٿو جهري.
جيڪا لائي ٿو ڇڏي ڪنهن ٻئي کي پڻ...!

حسن جي سَوَ صورتن مان "تهمتن" واري پڻ هڪ صورت آهي...
ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهن ۾- ڏئي ڏوراپا ڏم-"
عقل، مَتِ، شرم، تيئي نينهن نهـــــوڙيا."

## سونهن جون سو صورتون

تنهنجي سونهن جون سَوَ صُورتون
منهنجي تصور ۾ سَجي ويون. آهن
ڪڏهن هاڻي هوا جو رخ بدلبو
ڪڏهن تنهنجي ملڪ جي
ڳلڪ جي مُند ورندي.
لڳي ٿو ته تو بن
بهارن به مرڪڻ
ڇڏي ڏنو آ

.................

وري تون وڃي ٿي
ڇڏي منهنجي اکين جون
ٻانهون کُليل.

.................

چوان ٿو ته لڪجي
اُنهيءَ مُرڪ تي
جا چيري ڇڏي ٿي-
سپئي بند هن ڪند ماحول جا

.................

تون ته دل ۾
ان گُتل
ڪنهن ٿنپ وانگيان
ڀَڪُ جنهن کي مان وجهي
ان جي سهاري ٿو جيان.

# سولهن جون سو صورتون

سونهن جون ڪجهہ وڏيڪ صورتون شاهن جي شاعريءَ واري
ڪئنواس تي ڪجهہ هي بہ آهن.

اڄ ڪلهہ
هر هڪ ڏينهن، واندڪائيءَ ۾
اڪيلائيءَ ۾ ٿو گذري
ان ڪري، جو
منهنجو ڪمن واري لسٽ ۾
رڳو توسان ملڻ، لکيل آهي.

..................................

هن دفعي سال جو
سڀني کان ننڍڙو مهينو(فيبروري)
ڪيڏو وڏو ٿي ويو آ
توسان ملڻ ٿي نہ ٿيو آ.

..........................

مان جيڪر
توکي نہ ٿي ٻڌايان ها
نہ مان توسان
پيار ڪيان ٿو-

هاڻي اچو تہ شاهن جي شاعريءَ جي پرک ڪريون. مٿي ڏنل شاعريءَ ۾ تہ
هن رڳو پنهنجو عشق ٿي نچايو آهي.
شاعر اهو ناهي

جيڪو شعر لکي سگهي
شاعر اهو آهي
جنهن کي شاعري
پاڻ سان گڏ وٺي هلي

منهنجي خيال ۾ هي شاهن جي شاعريءَ جي نظرئي کان وڌيڪ سونهن جي سو صورتن مان هڪ خوبصورتي آهي.

حقيقت اها آهي تہ شاهن گهڻ-پاسائون شاعر آهي. هن ايٽمي ڌماڪن جي جشن تي بہ لکيو آهي. بجليءَ جي لوڊشيڊنگ تي بہ سندس هڪ نظم آهي، داخليت تي بہ هڪ خوبصورت نظم لکيو اٿس، هو ترقي پسند تحريڪ جي انساني زنجير جي هڪ اهم ڪڙي بہ آهي ۽ نظرياتي سياسي اڳواڻ بہ آهي، پر شاهن جي هڪ خاصيت ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ سان بہ ملي ٿي جنهن کان هڪ دفعي پڇيو هئائون تہ : ڪامريڊ!"اوهان زندگيءَ ۾ ڪڏهن عشق بہ ڪيو؟" تہ هن وراڻيو هئو تہ "ها، مان پنهنجي زال سان عشق ڪيو آهي ۽ هن جي عشق ۾ شعر چوندو آهيان."

سو شاهن بہ پنهنجو پهريون شعري مجموعو پنهنجي گهرواري "ارشاد" کي منسوب ڪيو آهي، سندس گهر واري جنهن شاهن کي پاڻ کان بہ وڌيڪ سهڻا ٻار ڄڻي ڏنا آهن سا هر لحاظ کان ان جي اهل آهي تہ هن کي هي ڪتاب منسوب ڪيو وڃي. هن جي اڃا بہ ان حوالي سان اهميت وڌيڪ آهي تہ هوءَ هڪ شاعر سان گهرو زندگي ڪاميابيءَ سان گهاري رهي آهي.

شاهن جي مطالعي ۽ مشاهدي، رياض ۽ داخليت توڙي معروضيت هن جي شاعريءَ کي برابر بهتر بڻايو آهي پر اهو وسارڻ نہ گهرجي تہ شاهن

پيدائشي شاعر آهي. Shahan is a born _ Poet Genetically اهو ان ڪري جو هن جا وڏا صدين ڪان مهين جي دڙي لڳ سنڌو درياءَ جي ڪنارن تي رهندي پنهنجي پنهنجي دور جا عالم، شاعر ۽ پڻائي جا پارکو ٿي رهيا آهن. ٻلهڙيجيءَ جا پيرزادا ان ڪري لئيءَ مان لٺ پيجي شاعر نہ ٿيا آهن، ڇاڪاڻ تہ هنن جا وڏا ڳالهائيندا ئي منظوم نثر ۾ هئا. هن جي وڏڙن جا لکيل دستاويز سنڌ جي ميوزمن ۾ رکڻ جي قابل آهن. شاهہ محمد جو والد جنهن جو ٿورو وقت اڳي لاڏاڻو ٿيو آهي تنهن جي نثري خطن ۾ شاعري موجود آهي. شاهن جون ٻئي وڏيون ڀينرون شاعرائون آهن ۽ سندس والده ڪان اسان سيئي سنڌي ٻوليءَ جا چيدا اصلاح ۽ چوٽيون ٻڌي نوٽ ڪري ڪانفرنسن ۾ پڙهندا آهيون.

سندس اڄوڪي ادبي ڪاج تي آس ڪري سگهجي ٿي تہ هو شاعري جو ٻيو مجموعو پڻ سنڌي ادب جي علمي خزاني ۾ ترت شامل ڪرائي سگهندو.



## نراسا وفائون ....

چوي دل ٿي هاڻي ،
هلي آ تہ پنهنجين وفائن کي آڻي
زماني جون هي قتل گاهون سجايون .
اَجايون هي پانهون وڌايون
ڪڏهن ڪونہ جن کي
تنهنجي بدن کي گهيري ۾ آڻڻ
سندو خواب ٿيندو حقيقت .

۽ چَپ جيڪي تنهنجي چپن کان
هميشہ رهي دُور پرندا رهيا هن
اڇلائجن برف خانن ۾ جيڪر -

يا تنهنجي بدن کي چند تارن کان لهندڙ
پُر اَسرار خوشبوءِ جيان
پنهنجين رڳن ۾ سمايون ،
تصور ۾ تنهنجون ادائون وسايون
۽ ائين پنهنجون نراسا وفائون بچايون
چوي دل ٿي هاڻي .....



## ڇُهڻ جو اثر ....

رڳو تنهنجو مون کي ڇُهڻ ئي نه آهي ،
جو تنهنجي اندر جو اشارو ٿو بڻجي.
پريل جنهن ۾ تنهنجون
سواليه نگاهون ،
ٽڪل ، سهڪندڙ
التجائون ، وفائون
جي مون کي هميشه جيان زندگيءَ جو
ڏوراپو ڏين ٿيون.
۽ جنهن ۾ تنهنجي اندر جي سڄي وارتا آ
سمايل.

رڳو تنهنجو مون کي ڇُهڻ ئي نه آهي
جو منهنجي اندر ۾ پيل،
وساري ڇڏيل،
دل کي ڳولهي، انهيءَ کي ڇُهي ٿو.

منهنجي اکين ۾ آلاڻ جاچي ،
بنان ڪجهه چوڻ جي
تون منهنجي ترين تي
اداسيءَ جا ڪئي باغ پوکي وجين ٿي
جڏهن تون وجين ٿي
نه تنهنجي ڇُهڻ جو اثر ئي نه آهي ،
جو خود سان محبت جو ڪارڻ ٿو بڻجي .
رڳو تنهنجو مون کي ڇُهڻ ئي نه آهي......
جو لفظن جي اهميت وڃائي ڇڏي ٿو......



## آلي اگڻ جي ياد....

نئين لِتل آلي اگڻ جيان منهنجي دل
۾
تون اچين ٿي ڊوڙ پائي
ڪنهن اُڀَري ٻار وانگر.
تنهنجي پيرن جون ترٻون
منهنجي تصور ۾ ٿيون
۽ رهيون مون ۾ هميشه
چَم جي ڪنهن چِٽ وانگر.

تون حواسن تي آن ڇانئي
آلي اگڻ جي مهڪ وانگر.

منهنجي سڃاڻپ جي نشاني
آ ٻٽي ساچُهنڊڙي ،
جا تو هڪي پاتي اوچتو
مون کي پڇائيندي
طوهر جي رسم کنهن تي.
پيار تنهنجوتنهنجي آڱرين مان اُتو هئو
مون تي پريل مَت وانگر.
تنهنجو هڪ هڪ رنگ آهي.
منهنجي دل تي نقش ٿي ويو
ڇر مان نڪتل رَڃ وانگر.

۽ جڏهن مان
شاعريءَ جو ڪو ڪتاب
پڙهندي ، پڙهندي
ٿو ڏسان توکي
لڳي ٿو ،
تون ته پنهنجي روپ ۾
خوبصورت شاعريءَ جا ڪئي صفحا
آهن سمايا،
جنهن جو هڪ هڪ ورق پڙهندي
لحظو لحظو توکي ڏسندي
دل وڃي ٿي ويڙهبي

تنهنجي رڌم ۾-
تون لڳين ٿي تنهن سمي
ڪنهن صبح جي راڳ وانگر.

ايئن پڇندي سونهن جي درياهه ۾
وقت جون ويرون وري ويون
منهنجي دل هاڻي نه آهي ڪنهن
لتل آلي اڱڻ جيان
پر انهيءَ تي تنهنجي پيرن جون تريون
آهن ڇپيون-
رُوپ تنهنجو تنهنجي ٻارن ۾ ويو آ منتقل ٿي
پر انهيءَ ۾ شاعري مون کي ملي ٿي -
تون ملين ٿي مون سان رسمي چاڻ وانگر،
پر تصور ۾ اڃان تائين اچين ٿي ، ٻوڙ پائي
ڪنهن اُڀري ٻار وانگر.



## سمنڊ جون ڇوليون ۽ منهنجون خواهشون !

سمنڊ جون ڇوليون ۽ منهنجون خواهشون
توکي پائڻ لاءِ ڪائڻ ٿيون اُڇل ،
تنهنجي پيرن کي ڇُهي
خالي هٿين واپس ورن ٿيون.

واپسيءَ جو غرق ٿيندڙ
۽ مسلسل هي سفر
ڪيڏو ٿڪائيندو انهن کي
ڪيئن چئجي!

۽ وري

تنهنجي رُخ جو هي گلاب
ڪنهن جي پُڪ ۾ ٿو ٽڙي ،
تنهنجي بدن جي هيءَ مهڪ
ڪنهن جي ساهن ۾ وسي ،
تنهنجي وارن جون ڇڳون
ڪنهن جي هٿ جي آڱرين سان ويڙهجن-
تنهنجي مرڪڻ جا هي ڪرڻا
ڪنهنجي قسمت کي وڃي روشن ڪندا،
تنهنجون مايوسيون، اداسيون ،
ڪنهنجي آئت لاءِ هونديون آتيون
ڪير ڄاڻي!!

ڪير ڄاڻي ڪيئن ٿينديون بي نشان
توڪان هٽندڙ ، غرق ٿيندڙ ،
سمنڊ جون ڇوليون ۽ منهنجون خواهشون



## هلي آ....

هلي آ
تہ تنهنجي اکين ۾ مان پنهنجي
محبت جي پيرن کي ڳولهي ڏسان-
هلي آ
تہ تنهنجي بدن جي سهاري
مان پنهنجي اندر جي اداسيءَ جي سرحد
کي پائي سگهان -
هلي آ
تہ تنهنجي چپن تي مان مُرڪون
ڏسي دل جي دعويٰ پروڙي سگهان-

هلي آ
جو مون کي وڪوڙي وجي ٿو

وري خوف تنهنجي جدائيءَ جو هاڻي
جدائي ،
جا سُقراط جي زهر وانگر
اسان ڄاڻي واڻي پيون روز ٿا پيا.

اسان جي حصي ۾ جو عشق آهي
انهيءَ جي تقاضا اها ئي ته آهي ،
اهائي ته آهي اها آڳ جيڪا
اسان کي اُجاري اُجاري ڇڏي ٿي
۽ آڳ ان کي ڪيڏو خوشيءَ مان
اسان خواهشن جو ٻارڻ ڏيون ٿا
نه تنهنجي ادائن سان پرپور جوانيءَ جي هيرن
جنوهارن سندي ڪاڻ ڳُڻندي
نه مان خواهش جون اهي سُڪل ڪاٺيون
انهيءَ آڳ ۾ ئي
وجهندي ڪو ٿڪبس
مان پنهنجي حياتيءَ جو پل پل به هاڻي
پن پن ڪري ئي ساڙي سگهان ٿو
انهيءَ آڳ ۾ ئي ابد تائين هاڻي
جلندي ئي جلندي جِي ٿو سگهان پر
هلي آ ته هيڪر
مان تنهنجي اکين ۾
محبت جي پيرن کي ڳولهي ڏسان_



## خواب ۾ ڪهڙو اچڻ....

خواب ۾ ڪهڙو اَچڻ،
جي اکين ۾ زندگيءَ جا رنگ پرجن ئي نه ٿا-
جي دلين جا جهول
تنهنجي مرڪ جي انبار سان پرجن نه ٿا-
خواب ۾ ڪهڙو اچڻ

زندگي سا روشني آ
جا رڳو
تنهنجي اکين مان ٿي ڦٽي نڪري پرين،
۽ اها اهڙي ندي آ
جا اچي تنهنجي چپن تي ٿي ڪُٽي،

پوءِ پلا تنهنجي اکين کان
۽ چپن کان جي رهي محروم ڪوئي
پوءِ اهو ڪهڙو جيئڻ-
خواب ۾ ڪهڙو اچڻ-

ڳهور پائي تون ته منهنجي جسم جي هن باغ جا
گُل ئي ترائين ڪانه ٿي،
۽ اکين ۾ ميچ آڻي
هن حياتيءَ کي سجايو هئڻ جو
احساس ئي ڏين ڪانه ٿي-
بَس رڳو ڪو واٽ ويندي
يا وري اتفاق سان تنهنجو ڏسڻ
سو پلا ڪهڙو ڏسڻ -
خواب ۾ ڪهڙواچڻ -

زندگي سِرجي ٿي جنهن مان
سا پرين ڪوساڻ تنهنجي جسم ۾ آ
۽ اها تذڪار جيڪا
ڪنهن به موسم ۾ نه آهي
تنهنجي بس آواز ۾ آ
پوءِ ڪڏهن اورڻ نه ٿئي
بس رڳواحوال ٿئي

پوءِ اهو ڪهڙو ملڻ-
خواب ۾ ڪهڙو اچڻ-

تون رڳو ڳالهائين مونسان
مان ٿو پيانيان
چڻ ته ڪنهن آڪاش ۾ اڏران پيو
تون جڏهن مونڏي ڏسين ٿي
ايئن لڳي ٿو چڻ ٿڏي ڪنهن گاهه تي
ليٽان پيو،
۽ مٿان تنهنجو پُچڻ-
ايترو چو ٿو ڏسين ؟
ايترو چا ٿو ڏسين ؟
پوءِ پلا ڪهڙو ڪچڻ-
خواب ۾ ڪهڙو اچڻ-



## نظم

عشق جي دعويٰ ڪري ٿي
۽ چوي ٿي،
مان نه پنهنجو پاڻ کي آهي پَليو،
تون پلين ٿي ڪو نه ٿو.
ڪيتريون ڳالهيون ڪرڻ چاهين ٿو مونسان ؟
ڪيتريون راتيون ڪٽڻ چاهين ٿو مونسان ؟
چواچي خوابن ۾ منهنجو چين ٿو مونکان
کسين؟
مان نه پنهنجي گهر سُنهان ٿي-
مان نه پنهنجي وَرِ سُنهان ٿي-

مان چوان ٿو،

زندگيءَ ۾ ساهه ٿو ڪيڏو ڪجي
ڪير ٿوان کي ڪٽي؟

ڪير ٿو سج ڪان پڇي،
ڪيتري تون روشني ڦهلائيندين ؟

سمنڊ ڪيڏيون ڇوليون آهن سمايون پاڻ ۾
ڪيئن ڪو تن کي ڳڻي؟
ڪيئن مان توکي ٻڌايان
ڪيتريون ڳالهيون ڪرڻ
چاهيان ٿو توسان -
ڪيتريون راتيون ڪٽڻ
چاهيان ٿو توسان -

عشق تنهنجو گهر ڪسي ٿو؟ ايئن ناهي
عشق تنهنجو وَرُ ڪسي ٿو؟ ايئن ناهي
عشق توکي پاڻ کان واقف ڪري ٿو-
هن دنيا جي چار کان واقف ڪري ٿو-
عشق جو ڏمر سان نہ ڪوئي وير آهي
هو تہ بس ميهار آهي
ڪير جهڙي حُسن جو هو پياڪ آهي
تنهنجو هو سينگار آهي تون جي سمجهين ،
پيار تارئون تار آهي تون جي سمجهين،
عشق کان هي عار ڇا توکي جڳائي؟
پاڻ کان انڪار ڇا توکي جڳائي؟



چيهون چيهون دل ڪي.
تنهنجين نظرن جا تاڪا ٽا ٽوپن.

تو وٽ ايڏو وقت نہ آهي
۽ منهنجي دل
جنهن کي سِبڻ لاءِ
ڪيڏو لڳندو وقت
اهو ٿو مان بہ نہ چاٽان
پوءِ بہ سجاٽان،
ان جو هڪ سُور
ٿئي ٿو دُور

جڏهن ٿا داغ جدائي وارا ڏوڃن
ڇيهون ڇيهون دل کي
تنهنجين نظرن جا ٽاڪا ٿا ٽوڃن-

ڪيڏو توکان دُور وڃان ٿو
ها پر مون سان
تون ٻه هلين ٿي.
ڪيسن مان ٿي ليئا پائين
منهنجي ترين تي آرس ڀڇندي
پين ڪٽڻ تي
ٿي هِرڪائين
جُهمريون پائين
دل جي اڱڻ تي-
ها پر اڪڙيون
ٿي پيون آهن
ساوڻ جون ڪي ڪڪريون، توڃن-
ڇيهون ڇيهون دل کي
تنهنجي نظرن جا ٽاڪا ٿا ٽوڃن-



## مُون سَون 2001

جهَڪي تي مِينهن جي ڦُڙ ڦُڙ
وسي پيو وڏ ڦڙو آهي
مثان مون پيار تنهنجي جو-

جڏهن ساوڻ پچائي آ ڪراچي
لڳي ٿي منهنجي دل جيئن هوبهو
اجري ۽ مهڪايل
تون مونسان ايئن ملي آن
جيئن ڪا چولي چڙهي آئي
تون مون کي ڪو نه روليندين ۽
حياتيءَ جي ڏکي رڻ ۾
اها پڪ مون کي اج
موسم ڏني آ.



ڪرت دل تي ٿي هلائين
جو نه ٿي نظرون ملائين
تون ئي چئه تون ڇا ٿي چاهين-

سچ ڪي ايڏو ٿڏو مون لئه ڪرين ٿي
جڏ ياد منهنجي ۾ وسين ٿي
چنڊ ڪي شعلي جيان ڇُپندڙ ڪرين ٿي
مون ڪي اڪيلو جيئڻ ڪرين ٿي
ڇو ٿي مون ڪي ايئن سِڪائين
تون ئي چئه تون ڇا ٿي چاهين-

مان ته پنهنجي ڳالهه کي سئولو ڪيان جيئن
تون به سمجهين،
تون وري مون لئه اکين کي ڪا ڳجهارت
ٿي ڪرين جي مان نه سمجهان،
ڪيڏو مون کي ٿي رُلائين-
تون ئي چئه تون ڇا ٿي چاهين-

تون چوين اظهار ۾ چاهي رکيو، جو توکي
پڪ آهي پيار جي-
مان چوان واڪا ڪيان واريءَ جيان وهندڙ
حياتيءَ کي ڏسي،
چو نه ٿي هِينئَن هنڊائين-
تون ئي چئه تون ڇا ٿي چاهين.



تنهنجي بي رُخي ڏسي،
دل ٿي چوي
بَر منهن ڪيان-
دنياداريءَ جي ڪمن ۾ پاڻ کي مصروف رکان-
ٻارن جو مستقبل سوچان-
يا سائيڪوٿراپي ڪرايان-
ڪنهن ٻي جاءِ تي دل لڳايان-
وري ٿو چوان
ننڍڙي نقصان جي بدران
ڪهڙو پاڻ کي وڏي هرج ۾ وجهان
توکان دور رهان.



پلا جي سِڪ تُنهنجي لاءِ لڳي
پوءِ ڇا ڪجي؟
ڪٽي ويڙهي رڳان دل ڪي
نہ ڪنهن ڪم ۾ لڳي جنهن پل،
پَڇان بادل جي پويان
جو هٽي ڦڙ ڦڙ ڇمين وانگر.
لنگهي پرسان جي جُهونڱو ڪو
ڇڪي پاڪر پريان ان ڪي.
۽ جي هِڪَ منهنجي ڪانہ هلي
پوءِ ڇا ڪجي؟
پلا جي سڪ تنهنجي لاءِ لڳي
پوءِ ڇا ڪجي؟



متان وڃين تون،

هي دل جون ڳالهيون،
هي خام خياليون
سدا نراليون مندون جهڙاليون
ڇڏي وڃين تون
متان وڃين تون

اُداس لمحا
جي تنهنجي من هُئا
نراس ڪن ها
متان مون تنها ڪري وڃين تون
متان وڃين تون

نہ چور مون کي
نہ سور مون کي
اکين اکين ۾ نہ تور مون کي
ٿي دل گهري،
تُون. ..
متان وڃين تون
متان وڃين تون



## مـــن وتــو ....

پلا جي تون آن
ته چاڪپي پيو!
۽ تون جي ناهين
ته چاڪپي پيو؟
۽ ان جو مطلب ته منهنجي آڏو
ته ڪو به رستو بچيو ئي ناهي
تون جي آهين تون جي ناهين
منهنجي لاءِ ٿي ويو بي معنيٰ

نہ تنهنجي معنيٰ
نہ تون ئي تون آن
نہ تنهنجي مرضي
نہ منهنجي مرضي

نہ آ ملڻ ۽ نہ آ وڇوڙو
نہ پوءِ ڇا گهرجي؟
يا تو ۾ رهجي
يا توکي اکڙين ۾ پائي رکجي
۽ زندگي ايئن گذاري ڇڏجي!



تصور ۾ اچا تائين اهائي وصل جي آرات
اهائي رات
جا هڪڙي آ
گهٽيون ٿي ڪاٺ ڪا سگهندي.



تون زماني جي نگاهن ۾ رهين ٿي
ضبط ڪي ڪيڏو جهلي سوگهو رکين ٿي
مان پري ڪان تنهنجي اکين ۾ ڏسڻ چاهيان
اهي ڳالهيون
جي دل چاهي
زماني جي نگاهن ڪان مان بي پرواهه
رڳو توکي ڏسان، توکي ڏسان، توکي ڏسان ٿوپيو
پلو آ ضبط تنهنجو
۽ منهنجي به بيتابي بُري نه آهي
جڏهن تنهنجو ملڻ ايڏو ئي مختصر هوندو
زماني جي نگاهن جو
پوءِ ڪيڏو خيال ڪو رکندو



## نظم

چو لڳي ٿو ايئن
چڻ ڪي اَڳريون
منهنجي وارن ۾ ٿيون ڦاهن ڦيرا-
ايئن لڳي ٿو چڻ ته منهنجو وهم آهي
پر اهڙا چرپر ته منهنجي ننڊ نينڊي
هن اڪيلائيءَ ۾ ڪي سرياٽ آهن
مان ٿو ڀانيان چڻ ته منهنجي ويجهڙو آ
دُور جيڪا
زندگيءَ جي ڪنهن ڪناري ڪان پئي
مون ڪي سڏي
عشق ڇا بيهوشي آهي؟
حُسن ڇا ڪا رُڃ آهي؟



تون جڏهن ڪان
ٿي اکين ڪان آن پري.
منهنجي لئه هر شيءِ ۾
ظاهر ٿي پئي آن-



هلي آ زمانا
تون منهنجي اکين کان
محبت جي جيڪا چمڪ آ
کسي وڃ -
اها مان لڪائي
سگهان ٿي نه ٿو-



جسم تنهنجي جي مهڪ لُوڙائيل.
ساھ جي وهندڙ ندي.
تنهنجي اکڙين جا هڙئي اندلٺ رنگ
ڪيئن مون ڪي ڪنهن اڇاتي راھ تي
پٺڪڻ جي لئہ ٿا ڦِٽي ڪن
ڪيترو توکي ڏسي ٿو مان سگهان
وقت سان ماپي سگهان ئي ڪو نہ ٿو
مان نہ بس طوفان ۾ ٿو ويڙهجان
جيئن تنهنجي جلوي جي سامهون ٿيان ٿو
مِينهن جي ڦڙ ڦڙ تہ ڪافي ڪو نہ آهي شاعريءَ لئہ

ها مگر جي مهڪ تنهنجي ٿي ملي ان سان نہ پوءِ
شعر ٿا سرجي پون مِينهن جي ڦڙين جيان.
۽ اهي ٿپ ٿپ ٿا ڪن
ذهن جي ننگي بدن تي.
تون نہ دل ۾ آن ڪتل ڪنهن ٽنپ وانگيان
پڪ جنهن ڪي مان وجهي
ان جي سهاري ٿو جيان
۽ جڏهن هي هٿ ٿا ڪسڪي وڃن
مان ٿو پانيان بي سهارو پاڻ ڪي
۽ اجاتي راهہ تي چڙ نہ مان پٿڪان پيو
راهہ جنهن جو ڪو بہ رخ روشن نہ آهي.



وقت جي پيرن ۾ پيڙا پيڪڙا
۽ وري جذبن ۾ جڙ ماثار آ
عشق جون ريتون اهي ساڳيون پراڻيون
تهمتون سر تي کٽي ٿو جيئجي
حُسن جي عادت اها ئي آ حجابي
پاڻ پڙ جهوري ۽ انهيءَ ۾ ٿو جهُري
جيڪا لائي ٿو چڏي ڪنهن بئي کي پڻ
وقت ڪيڏو ويو لنگهي، چا ياد ڪيان؟
چا ياد ڪيان ؟ سي نيڻ !؟جن جي پوئتان
ڪهڪشائن وانگيان ڪي خواب هئا
جرڪندڙ ۽ سوهڻا
۽ انهن ۾ چشما هئا
جنهن جا چندا منهنجي دل تي پوندا هئا
چا ياد ڪيان؟

سو روپ؟ جنهن ۾ جرڪندڙ تارا هئا
۽ انهن ۾ ڪيئي استعارا هئا
جيڪي منهنجي من جي ڪاري ٻاٿ ۾
جهرمر ڪندا هئا
ڇا ياد ڪيان؟
سي ٻول؟
جن جا هلڪا سُر
مان اڃان پنهنجي ڪنن جي پاپڙين تي
ڇُرندي ڏسان ٿو
ڇا ياد ڪيان؟
وقت ڪيڏو ويو لنگهي
هر طرف آهي سناٽو
حُسن جي ان رُوپ کي
ڪيئن ڳولهيان
مان ڪِلِي آهيان ٿڪو
هاٽي پلا روئي ڏيان؟
ڇا ڪيان؟
وقت جي پيرن ۾ پيڙا پيڪڙا
۽ وري جذبن ۾ جرڻ ماٺار آ.



اڇين ٿي
اکين ۾ اشارا ڪرين ٿي
هي يادون جي دل ۾
وسائي ڇڏيون هن
انهن کي ڇنائي. ستارا ڪرين ٿي-
تون منهنجي جيئڻ جو
رڳو ڏيو آهين
تون مون لاءِ ناهين-
۽ جيئڻ جو جڙ ته دوکي ۾ آهي
نه ٿو هي ساڃاهي
ته تنهنجي اکين ۾
پيڙا جا آهي

اها زندگيءَ جي
اداسائي آهي
اهو چاهه ناهي
مگر هو ٿو سمجهي
ته تون ئي سندس ساهه ۽ سگ آهين
۽ تون ئي هن لئه ڪشالا ڪيئن ٿي
انڌيرن ۾ جيڪي گهڙيون هي ٿو گهاري
تون ئي انهن ۾ اجالا ڪرين ٿي
۽ منتظر ان گهڙيءَ لئه رهي ٿو
جنهن ۾ ازل جو هو راز اوري
پلا سا گهڙي
ڪيئن ماڻي سگهي ٿو؟



## نظم

لڳي ٿو ته تون
بهارن به مرڪڻ ڇڏي آ ڏنو
۽ شهر پنهنجن ويسن، وڳن ۽ رنگن جي هوندي
لڪائي رهيو آ
نه تون ڪنهن ٻئي شهر آهين ويل-
نه ڪا سيسراتي آ ٿڌڙي هوا ۾
نه ڪو بادلن ۾ ڪو اهڃاڻ آهي
نه ڪا چولين ۾
اُڇل ٿي لڳي-
مان هر ڪنڊ پاسو گهمي آ ڏٺو
سين گهڻ گهرن، جيڏن ۽ سرتن سان آهيان مليو
۽ مون کي شدت سان ايئن آ لڳو
نه ڇڻ هر ڪنهن کي آهي خبر
نه تون هن شهر ۾ اڄ ڪلهه نه آهين!!



## نـظـم

### مون کي تہ منهنجي هٿڻ جيڏي هوءَ گهرجي

اوچتو ايئن لڳو
جڻ تہ مون آهي ڪٿيو ڪوئي انعام
آءٌ هن جي سامهون بيٺو رهيس
۽ اکين مان جڻ نظر جي هڪ ندي وهندي رهي
بس اها وهندي رهي
هورڙيان ئي هورڙيان
جڻ ٿڌيون ڦِهنگون پون پيون روح تي
هيءَ گهڙي هيئن ڪيئن اچي وئي
جنهن جي طلب ۾ مون ڇڏي راحت

۽ رڻ ۾ روليو
مان ٿو سوچيان
هن گهڙيءَ کي ڇو پيو ڳوليان؟
جيڪا هاڻي لحظو لحظو هئين گذرندي ٿي وڃي
ڏس ته گذري ئي وئي
اوچتو مون کي پشيماني وٺي ٿي
عشق ۾ ڪهڙي طلب
مون ٿي سمجهيو
هن گهڙيءَ مان طلب مٽندي
پر اهو ڪيڏو غلط هئو
طلب سان ڪجهه لمحا ملندا
۽ اهي گذري به ويندا
مون کي ته منهنجي هئڻ جيڏي هوءَ گهرجي
پوءِ وري ٻاڏايان ڪنهن کي.
پوءِ وري ڪهڙي طلب ڪيان-
ڇو نه هن جي ياد سان بس پيو گذاريان-



منهنجي اکين ۾ ڪُپائي نيڻ پنهنجا
تون رڱو ڳالهاءِ مون سان
۽ پوءِ منهنجي شاعِري ڏس !
ڪيئن ٿي توکي گهمائي پينگهه ۾
ڪيترو جهولو ڪيئه -
سو تون ئي طئه ڪر !
هيءَ جيڪا شاعري آ، منهنجي نه آهي
بس پڙي پانهي آ تنهنجي
مان ته بس ڪو ٿانءُ آهيان
خالي خالي......
جو نه ٿي پوءِ اکڙين جي راهه تان ٿي
اوتجي مون ۾ اچين
۽ دنيا ڪي پينگهه ۾ لوڏي وڃين-؟



تنھنجي ھڪڙي چُمي مَسيحا آ
مئل ھر آس ڪرڪٽي ٿي اُٿي
روپ تنھنجي تي جا اداسي آ
مان پَري ڏُڪ ٿو پيڻ چاھيان
تنھنجي اکين جو ھر اشارو ٿو
مون تي خوشين جو ڪوئي در کولي
جلوو تنھنجو اھا دري آھي
عشق ڏيکاري ڏي ٿو جنھن مان ۽
ھر اداسي وڃي اڏامي ٿي-



## ايٽمي ڌماڪي جو جشن

ايٽمي اظهار واري جشن جو شور
مون کي اڪيلو ڪري مارڻ جو انتظام
ڪري رهيو آهي
مان اجان به
پوپٽ جيان اڏامي ايندڙ
ڇميءَ جي انتظار ۾ هوس
ان ڇهاءَ کي ياد ۾ محسوس ڪرڻ
جي ڪوشش ۾ هوس
نه مون کي چرڪائي
پنهنجي بربادي جي جشن ۾
رقص ڪرڻ لاءِ چيو ويو
مان انهن کي اهو سمجهائيندي نه
ايٽمي تابڪاري

ڪنهن به خوشيءَ جو
سبب نه ٿي بڻجي سگهي
پاڻ کي خلا ۾ محسوس ڪيم
مون کي لڳو ته منهنجي ٻوليءَ جا لفظ
اوپرا ٿي ويا آهن
۽ مون کي اشارن ۾ ئي
ڳالهه سمجهائڻي پوندي
۽ ايئن مان ان مخلوق کان
ڪٽجي ويم
جيڪا ٿهڪن ۽ تاڙين ۾
مصروف هئي
هاڻي ان هجوم جي آڏو
مون کي پشيمانيءَ جي احساس
ساڻ رهڻو آهي
اهو احساس نيٺ مون کي ماري وجهندو
مان، جنهن کي زندگيءَ ۾ سواءِ تنهنجي
نظرن جي روشنيءَ جي ڪنهن وڏي آسائش
جي تمنا به نه آهي
اينمي تابڪاري ۽
چُپندڙ روين جي عذاب ۾
جيئڻو پوندو.



چوان ٿو ته لڪجي
انهيءَ مرڪ تي جا، چيري چڙي ٿي
سپيئي بند هن ڪند ماحول جا
۽ پيار جي پار جي سار آڻي
هيڪار هيڏي پڪيڙي چڙي ٿي.
۽ جنهن تي طعنن جي بوڇاڙ ٿئي ٿي
۽ جنهن ڪان ايذا سبب ٿا طلبجن
جو هوءَ هڪ چٽنگ وانگر
رڳو خاڪ جو هڪ ڦلو ٿي وڃي ٿي
وسائي وڃي ٿي-
روڪي وڃي ٿي
چپن تي اچڻ ڪان-
چوان ٿو ته لڪجي انهيءَ مرڪ تي

چوان ٿو ته لڪجي
انهيءَ اک تي جا
جتي گهور پائي
اتي گل ٽڙن ٿا
اميدن جا ڪيئي

ڳهرڙا نهن ٿا
۽ پوءِ انهيءَ ڪان
ڪئين سوال ٿين ٿا
مسمار ٿين ٿا
اميدن جا ڳهرڙا ۽ ڳهور پائڻ جي عادت
انهيءَ ڪان ڪسي ٿي وڃي
اها جاءِ جنهن جاءِ ڳلڙا ٽڙن پيا
اجاڙي وڃي ٿي
چوان ٿو نہ لڪجي
انهيءَ اڪ تي
وري ٿو چوان چوءِ ڇالاءِ لڪجي
چو نہ ريجهائجي دل ڪي
وندرائجيءِ
جيئن نہ سوچي سگهي
۽ نہ سمجهي سگهي-
ڪنهن چپڙن تي آيل
لڪل مرڪ ڪي.
اکين جي اڱڻ ڪي
اورانگهي ايندڙ انهيءَ
ڳهور ڪي
جيئن نہ سمجهي سگهي
چونہ ايئن ڪجي-



تنهنجي طلب مِٺي ته مِٺي ڪيئن چئه ڪٺي
توکان نظر هٺي ته هٺي ڪيئن چئه ڪٺي
تون ٿي چوين لحاظ ڪيان ڪيئن مان ڪيان
دل تو سوا جٺي ته جٺي ڪيئن چئه ڪٺي.



او! ذڪر جي هيرء توکي
ڪيئن ڪوئي ور پُڪاري ٿو پيو
تون جڏهن ان جي وِٿين ۾ ٿي سمائين
ٿاري ٿاري ٿي وسائين
ڪيئن هو جهومي پوي ٿو-
پاڻ مان نڪتو وڃي ٿو-
سڀ لاءِ راحت ٿئي ٿو-
تون به ان سان ايئن ڪرين ٿي
جيئن منهنجو يار ٿو مون سان ڪري-
آءٌ جيئن ان کي پڪاريان ٿو پيو
او! ذڪر جي هيرء توکي
ايئن ڪوئي ور پڪاري ٿو پيو



## جدائيءَ جون ڳالهيون

جدائيءَ جون ڳالهيون
جڏهن موسمن مان اچڻ ٿيون لڳن
تڏهن ورڻ ڪيڏو رڙي ٿا پون
اداسيءَ جون ڳالهيون
جڏهن چنڊ تارا ڪرڻ ٿا لڳن
تڏهن سڀ چارا ساڻا لڳن ٿا.
وسارڻ جون ڳالهيون
جڏهن سج لهندي ڪري ٿو وجهي
تڏهن چپ ڌرتيءَ کي ڪائي لڳي ٿي
۽ منهنجي دل تي
سڀئي ڪيفيتون سي تاري ٿين ٿيون
جڏهن ٿي ڪرين تون
جدائيءَ جون ڳالهيون
اداسيءَ جون ڳالهيون
وسارڻ جون ڳالهيون.



جڏهن منهنجون نظرون
تنهنجي جسم ڪان
پاسو ڪندي ئي لنگهي ٿيون وڃن
تہ تنهنجي بدن جا شعلا انهن ڪي
وڪوڙي وڃن ٿا-
۽ دل ۾ بڙڇي کُپي ٿي وڃي-
تڏهن دل چوي ٿي
تہ منهنجون هي نظرون
تنهنجي بدن جي شهر ۾ ٽِڪي ئي پون.
۽ دل ساں بڙڇي نڪري پوي-
جڏهن پر هي نظرون
تنهنجي بدن جا شعلا ٿيون ٽلين
۽ دل ٿي چاهي تہ ڪو سور سِرجي
تڏهن منهنجون نظرون
تنهنجي جسم ڪان
پاسو ڪندي ئي لنگهي ٿيون وڃن-



اڄ ڪلهه
هر هڪ ڏينهن، وانڊڪائيءَ ۽
اڪيلائيءَ ۾ ٿو گذري
ان ڪري، جو
منهنجو ڪمن واري لسٽ ۾
رڳو توسان ملڻ، لکيل آهي.



هن دفعي سال جو
سيني کان ننڍڙو مهينو (فيبروري)
ڪيڏو وڏو ٿي ويو آ
توسان ملڻ ٿي نه ٿيو آ.



مان ٻڪندو اچي پهتم
پر ٿون هلي وئي هئين ۽ ان جاءِ تي
رڳو تنهنجي ڇڏيل خوشبوءِ پئي هئي
۽ اها مان ڪٺي
پنهنجي ٻٿونءَ جي
ڳجهي خاني ۾ رکي ڇڏي آهي.



وري تون
وجي ٿي
چڙهي منهنجي اکين جون
پانهون ڪليل-
وري تن جي اڱيان
چڙهي رڄ راهون
۽ ٿوهر اماڙيون
وري تون وجي ٿي
ايئن، جسم مان ساهه
ويندو رهي جيئن
چڙهي لِڱ لڇندا.
ايئن، بادلن مان

جيئن بوندون ڪِرن
۽ ڏسندي ئي ڏسندي سي خالي ٿين.
ايئن، پن تاريءَ مان
جيئن ٽا ڇڻن.
۽ بار ڌرتيءَ تي پوءِ سي لڳن.
مان توکي اکين ۾ رکڻ لاءِ ڪيڏو
ڪيان ٿو جتن
مگر سپ اجايو.
جڏهن ڪنهن ڪان ڪا شيءِ
جا ان جي اندر جو حصو ٿي ٿئي.
الڳ ٿي ٿئي
نه پوءِ پوئتي ڇڏيل
سارو وجود
اجڙيل ۽ مرده
وڃي ٿو رهي
تون منهنجي اکين لاءِ
ساڳو مقدر
لکندي وڃين ٿي
جڏهن تون وڃين ٿي
ڇڏي منهنجي اکين جون پانهون کليل-



اکين ۾ ڪجل ساڻ چا ٿو ٿئي!
وارن کي ڪهڙي به پاسي
جي ويڙهي چڏي ڪا
ته ڪهڙو فرق ٿو انهيءَ مان پوي!
پلا سونهن سينگار ۾ ٿي وٺي
يا سادگيءَ ۾ سرس ٿي لڳي!
اهي سڀ ڳالهيون
اهي سڀ بحث
اجايا لڳن ٿا
رڳو بس اها ڳالهه آهي حقيقت
ته جي ڪوئي جلوو
ڪنهن کي به غفلت جي ننڊ مان
اٿاري، چوي ٿو
اِجهو مان هي آهيان
ته پوءِ سڀ ڳالهيون سڄايون لڳن ٿيون.
۽ پوءِ ڪجل ۾ ڪا معنيٰ ملي ٿي
۽ وار ويڙهيل يا کوليل ڪو نياپو ڏين ٿا!



هوءَ منهنجي ڪيترو ويجهو اچي،
جو انهيءَ کيِ مان ڏسي ڏاپيي پوان،
مان اهو پاڻ ڪان پيو ٿو پڇان،
پر انهيءَ جو ڪو جواب آهي به ڇا؟
منهنجو هڪ هڪ لِڱ پرندو ٿو رهي
هوءَ جا مون لئه رڳو ٿڌڪار آ
ڇا اها پڻ ايئن جلندي ٿي رهي
جيئن منهنجي دل جو هي سنسار آ؟
مان انهيءَ مان ڪو نه ٿو ڏاپيي سگهان
اڄ اها منهنجي حياتيءَ جو حصو آ
هوءَ مون ڪان ڏور يا ويجهو هجي
مان انهيءَ جوءِ اها منهنجي رڳو آ



## نظم

تون جڏهن ٿي آڳ ٿي پئين.
منهنجي من ۾ پيار جي گرمي پرين ٿي-
هٿ لائي مان ڇهي توکي سگهان ٿو.
پر وري ان ڪان ڊڄان ٿو
تنهنجي پيڪر ۾ نہ ڪائي باهہ پڙڪي.
تون جڏهن ٿڌڪار ٿي ٿئين
منهنجي نيڻن مان ٿڪاوٽ دُور ٿئي ٿي
مان سدائين توکي جيڪر
پنهنجن اکڙين ۾ رکان پر
تون ڪٿي پنهنجين اکين ۾

منھنجي اندر جو سمورو ٽڪُ ساندي
ڏَل نہ ٿي پئين-
تون جڏھن پرڀات ٿين ٿي
منھنجي دل جي وسوسن جي ڪاري
اوندھہ ڪي ھٽائي
ذھن ڪي روشن ڪرين ٿي.
تنھن سمي ھيءَ دل گھري ٿي
توکي ڀاڪر ۾ ڀري،
ڪي لال ڦيريون پائجن
۽ دنيا ڪي سونھن جا نياپا ڏجن-
پر اھو ممڪن نہ آھي
منھنجي اکين لئہ ازل جو ٿڪ آھي
منھنجي ھينئڙي لئہ اھائي اُڃ آھي
منھنجي دل ۾ وسوسن جي ڪاري اوندھہ
ڇانئجي آ-
منھنجي لاءِ بس ڪوڙ آھي
تون ايئن ٿي منھنجي آڏو
چوڏھينءَ چانڊاڻ وانگر
ڇانئي رھجان!!



## نظم

راتاکون
تنهنجون
ڳالهيون
جو نڪتيون
ڦڙ ڦڙ جڻ سپ ٿي ويون
بٽ وسنديون
منهنجي ذهن سنديون
ڄڻ پوءِ ساروٽيون
جڻ ڪٽي آيون
ساوڪ جون پوتيون
ڏسندي ڏسندي ٿي ويون

تنهنجي روپ جيهون
ٻوٽن جون چوٽيون
منهنجي دل جون چاهتون
جڳ مڳ ايئن ٿيون
تارن جيئن ڪنڊون
مون کي ويڙهي ويون
پائي جڻ پاڪيون
صبح جون هيرون
راتاڪون
تنهنجون
ڳالهيون
جو نڪتيون



مون ته پنهنجا هٿ ساڙي
آ سِڪي ماني پچائڻ
هاڻي جيڪر هوا چي منهنجي اڱڻ
منهنجي ماني ڪائي جيڪر ڍوَ ڪري
۽ پوءِ مون کي پنهنجا جيڪر هٿ وڻن-
روز مان جن کي ڏسان ٿي
پيار مان
انتظار مان
واٽ ڪنهن جي ٿي نهاريان.



تون جا منهنجو خواب آهين.
ڪيئن منهنجي ذهن مان ڪائي اڇل
منهنجي چپن تائين پُڳي آ ن
۽ وري ڪاڏي وئي آن
سپ ٿا ڳولهين پيا
نيڻ منهنجا.
جي اڃا حيران آهن-
چپ منهنجا
جي اڄارا ٿي پيا هِن
۽ زبان
جا چپن تي ليٽڙي پئي
تنهنجي وارن جي جهنگل جا پيچرا
ٿا سڏين منهنجي هٿن جي آڱرين کي.
رڙ آهي روح جي، جي تون ٻڌين
ڪاڏي وئين آن تون الا!
تون جا منهنجو خواب آهين.



## لــوڊشيڊنگ

بجلي اوچتو هلي وئي.
۽ تنهنجي باري ۾ منهنجو نظم
اڌ ۾ ايئن لڳي رهيو آهي
جيئن موت جي سزا وارو قيدي
پنهنجي زندگيءَ جي آخري رات ۾
صبح جي پهر جو انتظار ڪري رهيو هجي.
هن ڪي ڦاهي ايندي
يا ڪو معجزو ٿيندو!
مان پري ڪان ايندڙ
اسٽريٽ لائٽ جو ڪو ٽڪرو
دريءَ وٽ ايئن ڳولهي رهيو آهيان
جيئن ڪڏهن ڪڏهن اڇي ڪاڳر جو ٽڪرو
ڳولهيندو آهيان

جڏهن تنهنجي باري ۾ نظم لکڻ چاهيندو آهيان.
مان ڪيڏي بي چينيءَ سان
اهي سِٽون حافظي ۾ محفوظ ڪرڻ جي
ڪوشش ڪري رهيو آهيان
جيڪي هن وقت
اوندهه هئڻ ڪري
لکي نه ٿو سگهان-
۽ جن ۾ تنهنجي وجود جا
اهي پاسا بيان ڪيل آهن.
جيڪي مان اڄ رات ئي محسوس
ڪري سگهيو آهيان
صبح ٿيڻ تائين
اهي سٽون مون کان وسري ته نه وينديون؟
پري کان ايندڙ
گولين جا آواز
منهنجو ڌيان ڦيرائڻ ٿا گهرن
مان اڌ رات جي هن پَهَر ۾
رڳو ان نظم تي سوچڻ ٿو چاهيان
جيڪو مان تنهنجي باري ۾
لکي رهيو آهيان-
۽ جيستائين مان تنهنجي باري ۾ سوچيندو آهيان

تيستائين مون کي
ڪنهن به شيءِ کان خوف ناهي ٿيندو.
دهشتگردي، تنهنجي باري ۾ سوچڻ جو ضد آهي
جنهن کي مان ڪڏهن به قبول نه ڪندس-
پر في الحال مون کي چا ڪرڻ گهرجي .
مان اهو نظم جنهن ۾ تنهنجي وجود جا
نوان پاسا محسوس ڪيل آهن
پورو ڪري توکي پڏائڻ ٿو چاهيان-
منهنجي بيچيني وڌندي ٿي وڃي
مون کي روشنيءَ جو ايترو ٽڪرو به نه ٿو ملي
جيڪو پني جي ان ڪند تي پئجي سگهي
جتي اڻپورو نظم، پوري ٿيڻ جي انتظار ۾ رکيل آهي.
۽ مون کي پنهنجي يادگيريءَ تي
اعتبار نه ٿو اچي
صبح ٿيڻ تائين
اهي سٽون مون کان وسري ته نه وينديون!
اڄ رات جو هواء مون کي سمهاري رهي آهي
۽ بجلي اڃا نه آئي آ-



ڪڏهن ڪڏهن ايئن ٿيندو آهي
جو توسان گڏ جيڪي گهڙيون گهارڻيون
هونديون آهن
ان لاءِ مان
سڀ ڳالهيون ذهن ۾ ترتيب ڏئي ڇڏيندو
آهيان
پر ملڻ ڪانپوءِ
تو سان بغير لفظن جي
ملاقات جو جيڪو سلسلو هلي پوندو آهي
اهو ايترو ته مزيدار هوندو آهي
جو مون کي اهي سوچيل موضوع
اجايا محسوس ٿيندا آهن

بلڪل ائين ئي.
ڪڏهن ڪڏهن
مان شاعري لکڻ چاهيندو آهيان
۽ ڪوشش جي باوجود نه لکي سگهندو
آهيان
هار مڃي ويهندو آهيان
نه ڪو لفظ پني تي ٺهي ايندو آهي
۽ اهو مون کي پاڻ سان گڏ گهليندو
ويندو آهي
پوءِ مان ڪو ڪيڏو ڪيل نظم، غزل
يا گيت نه نه لکي سگهندو آهيان
پر ان هڪ لفظ جي سهاري
اڳتي وڌندو آهيان
۽ جيئن جيئن شعر پورو ٿيڻ
جي ويجهو ايندو آهي
مان سرور ۾ پرجي ويندو آهيان
۽ مون تي اها ڳالهه واضح ٿيندي آهي. نه
شاعر اهو ناهي جيڪو شعر لکي سگهي
پر شاعر اهو آهي جنهن کي شاعري پاڻ
سان گڏ وٺي هلي.



پلا هن بي يقينيءَ ۾
جي ڪوئي هيڪلو لمحو
وري تنهنجي اکين مان
بي حجابيءَ جو وڳو پائي
اچي منهنجي اڱيان بيهي
نه ڇا توکي ڇُمي ڇڏجي؟



وسوسا ڪيڏو وڪوڙي ٿا وجن.
مان جڏهن هيڏي سفر ڪان ٿي اچي
پير پائيندم اڱڻ تي سڀ ڪان اڳ ۾
ڪنهن ڪي ڏسندم
پار ڊوڙي سوڪڙي ايندا گهرڻ
يا ڪي وڏڙا مون ڪان ڪي احوال پڇندا.
پاڙي واريون توسان اورڻ لاءِ آيل
هونديون
يا اڪيلي مون ڪي ملندينءَ
پنهنجي اکڙين ۾ پري دونهون چلهي جو
وسوسن ۾ گمءِ مون جيان



تون ڪاوڙجي وئين آن-
۽ مان هن وقت بلڪل ساڳي ڪيفيت ۾ آهيان
جڏهن ننڍي هوندي
مون کي ڏاڍي بک لڳي هئي
۽ پوڙ جي ٿالهي منهنجي ڪپڙن تي
هارجي پئي هئي-
يا جڏهن مان بس مان لهي سنڀاليو ته
پئسون غائب هئو
يا جڏهن بابي جا آندل
نوان ولايتي گلاس ڏسندي
هڪ گلاس منهنجي هٿان ڪِريَ پجي پيو هئو
مان جيڪر پوڙ جي ٿالهي ڏيان سان کڻان ها
مان جيڪر پئسون بس ۾ ڪٽي نه وڃان ها
مان جيڪر گلاس پريَ کان ئي ڏسان ها
مان جيڪر توکي نه ئي ڀڏايان ها
ته مان توسان پيار ٿو ڪريان.



دنيا جا سرمائيدارئو !
اچوءِ خوشحاليءَ جي ناليءِ
پنهنجي سرمايي سان
منهنجي ديس جي نوجوانن کي
اچي ڪرپٽ ڪريو.
هو ان لاءِ بلڪل تيار آهن.
هاڻي هنن وٽ سماج کي بدلائڻ جو
ڪو به خواب ناهي رهيو.



## نظم

مان تنهنجي اکين ۾
پنهنجي محبت جي ٽڪل پيرن جا نشان
ڏسي رهيو آهيان
مان ڪيڏو خوش آهيان
اهو ڏسي نه
اهي وقت جي واريءَ ۾ لٽجي نه ويا آهن
مون کي يقين آهي
نه منهنجي اکين ۾
تو سان محبت جي اعتراف جو ستارو
تون چمڪندو ڏسندي هونديءَ
تون اکيون بوٽي ڏس
مان صبح جي هوا جو جهوٽو بڻجي
تنهنجي ڇهري کي ڇهي رهيو آهيان
تنهنجي مرضيءَ جي هڪڙي چميءَ
منهنجي ذهن جي سيپني اونداهين ۾
منهنجي اندر جي سيپني محرومين کي ختم ڪري
روشني پکيڙي ڇڏي آهي.



هونئن ته زندگي ڪيڏي
بي مزي پئي گذري
۽ گهٽبيندي هي گهڙيون
عمر کي کپيون ٿا پيا.
ڏينهن رات گذرن ٿا
چڻ ته نار جون لوٽيون
موسمن جي مٽجڻ ڏي
خيال ئي نه ٿو ڊوڙي
اهڙي ڪارخاني ۾
فرد کي کپي ڇا ٿو
بس رڳو به ٽي مرڪون
۽ نظر جون دلداريون
۽ وري ملي ڪنهن کي
وصل جي گهڙي جي ڪا
پوءِ هو ٿو سمجهي هي.
زندگي گذارڻ لئه
بس پرينءَ جي مرضيءَ جي
هڪ ڇمي ئي ڪافي آ-



تنهنجي پاسي کان
اداسيءَ جي هوا جيئن ئي لڳي
لڳي ٿو دل جي تاريءَ تي
سيپئي سرهاڻ وارا گل نڇڙيل هئا جي.
ڇڻي پيا هن.
۽ منهنجي هٿن مان
توکي ڇهڻ جون سڀ تمنائون ڪري
پيون هِن
مان تنهنجي روپ کي
اڄ روح ۾ ايڏو سمايان ٿو.
جو تنهنجي سونهن جون سَوَ صورتون
منهنجي تصور ۾ سجي ويون هن
ڪڏهن هاڻي هوا جو رخ بدلبو؟
ڪڏهن تنهنجي ملڻ جي ۽ کلڻ جي مند
ورندي؟



## نظم

تنهنجي لاثل ڪپڙن ۾
تنهنجي بدن جي خوشبوءِ
رستي ۾ تنهنجي هلڻ جو ڍنگ.
ڦٽيءَ ۾ ڦاٿل
تنهنجا وار
سُرمي جي سرائيءَ تي
تنهنجين پنبڻين جي آلاڻ.
وساميل ڦوڪڻيءَ جي منهن تي
تنهنجي چپن جو ڇهاءُ
مان انهن ننڍڙين ۽ بي معنيٰ شين
جي سحر مان ئي نٿو نڪري سگهان.
مان تنهنجي باري ۾ ڪهڙي راءِ ڏيان!!



تون منهنجي نه ٿي ٿي سگھين
اهو امڪان ڪيڏو به وڏو ڇو نه هجي پر
تنهنجو منهنجي نظر جي حد ۾ رهڻ
منهنجي معمول جي اثر ويهڻ
۾ اچڻ
۽ منهنجي تصور ۾ هميشه موجود رهڻ
ئي ڪوڙ آهي
ان ڳالهه لاءِ ته مان
هن دنيا ۾
وشال دل ۽ وشال ذهن رکندڙ
شخص ٿي سگهان
۽ شايد هر شخص لاءِ اهو ڪوڙ آهي

پر ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان
جيڪڏهن تون ڪنهن به سبب ڪري
منهنجي نظرن جي حد ۾ نه آئين ۽
۽ منهنجي معمول جي اٿڻ ويهڻ ۾ نه
رهين ۽
يا مان.
تنهنجي محورڪان نڪري ويس
نه پوءِ منهنجي لاءِ
محبت
انسانيت
۽ اهڙن هزارين لفظن جي
ڪهڙي معنيٰ رهندي.



لڳي ٿو تون پنهنجي سوٽ ڪيس ۾
پنهنجين ضروري شين
۽ لٽن ڪپڙن سان گڏ
منهنجو هيان ءُ به وِجهون ٿي وجين
هاڻي ايترا ڏينهن
اهو مون وٽ به نه هوندو
۽ توکي به
سوٽ ڪيس کوليندي يا بند ڪندي
نظر ايندو الائي نه؟



ان ۾ ڪهڙي ڪيميا آهي رکيل؟
وصل تنهنجو سِڪ ۾ آهي بڏل
مون ٿي سمجهيو
سڪ جو هي بار منهنجي دل تان لهندو
مون نہ چاتو
وصل تنهنجو
پيٽي ٽيٽي سڪ ڏيندو
سڪ لاهڻ لئہ تہ تنهنجو جلوو گهرجي
تنهنجو جلوو
جنهن ڪان ڪا مڪتي نہ آهي



مان پلا ڪهڙي دعا تولئہ گهران؟
چو رڳو مان چاهيان، ڪلندي ئي رهہ
۽ بهارن سان رڳو ٽلندي ئي رهہ
تون اگر انسان آهين
چو نہ توکي ڏک جو پاسو لڳي
چو نہ تنهنجا نيڻ هي آلا ٿين
چو رڳو مان چاهيان مون لاءِ تون
مهڪندڙ ۽ پهڪندڙ ڏسبي رهين
مان ٿو چاهيان جيڪو مون کي آ مليو زندگيءَ ۾
سو خزانو تون بہ ميڙين
تون بہ شل عشق جي راهي ٿئين
۽ جدائيءَ جا ڪنڊا تون پڻ لهين
۽ ملي جيڪو بہ ان مان
سو ازل جو سک آهي
تون بہ جيڪر سو ازل جو سک ماڻين
مان پلا تو لاءِ ڪهڙي دعا گهران؟



ريل ڪُوڪيندي وجي ٿي
سانت جي سيني کي چيريندي وجي ٿي
ڪا سِبيل پيڙا اڪيليندي وجي ٿي
ريل جنهن جي جسم اندر
چرڻ ته منهنجي دل پئي آ
جيڪا مان ڪنهن گِنڊ وانگر
ننڊ جي گهيرٽ وچان آهي وساري
ننڊ جو گهيرٽ !
جو ابد جي جاڳ بڻجي
منهنجي نيڻن ۾ لهي آيو هئو.
منهنجي آڏو حسن جي هڪڙي ندي

ايئن ڦٽي نِڪتي
جو چڻ ڪا روڻ سيني ۾ پئي
مان اهي لمحا وراڻ ٿو گهران
ٻ هٿوراڙيون هٽي ٿو دل ڪي گهولهيان
جيڪا مون ڪي وجهه نه ڏئي ٿي
ريل سان گڏ سا به ڪوڪيندي وجي ٿي
ريل ڪوڪيندي وجي ٿي
دل به ڪوڪيندي وجي ٿي



مان پنهنجي تخيل جي ڪئنواس تي
ڪا تصوير چٽڻ چاهيان ٿو
نه تون ان تي
ٽيڪو ٻڌجي
نه ئي ٿين نروار.
جي مان ڪا به لڪير
ڇڪڻ چاهيان ٿو
نه شروعات توکان ئي
ڪرڻي ٿي پوي.
پر اڄ ان پوءِ
برش ڪنيون بيٺو آهيان
نه مٿان مون تي لڳي وڃي
داخليت جو الزام.



## سال جي آخري شام

شام تنهنجي ريشمي پوتيءَ جيان
ٿي ڀهاڙن جي مٿان ڇلمل ڪري.
۽ ڀهاڙن ڀوئيان
ڄڻ ته ان کي هوريان ڪوئي آهي جو
ڇڪيندو ٿو وڃي.
منهنجي اکين جي اڳيان
آخري ان جو پلئه گم ٿي ويو.
جنهن ۾ منهنجي پيار جون
ڪيئي سانديل سوکڙيون گم ٿي ويون
زندگيءَ جي باب جو هڪڙو صفحو گم ٿي ويو!!

ڪنڌ ورائي مان جو تنهنجي روپ کي آهي ڏٺو
تيستائين ان ۾ ڪيئي چنڊ ڪڙي آهن پيا.
چاندني تنهنجي بدن جي
رقص ٿي منهنجي حواسن تي ڪري.
مان اکين جي آس کي تازو رکي.
۽ چپن جي پياس کي تازو رکي
تنهنجي رخ جي روشنيءَ جو ٿو ڪيان پيو انتظار.
شام جو ڪجهه پارَ سان گڏ وئي ڪٽي
ياد ان جي جا ستارا
رات ساري مون سان گڏ ڏکندا رهيا.
مان ٿو سوچيان
زندگيءَ جي رڻ مان لنگهندي
۽ پڇاڙيءَ کان اڳي
جي اچي ڪنهن جي ڪنن ۾ ڪنهنجي پاران
چاهجڻ جو اعتراف.
زندگيءَ جي سوءِ سڄي بازي ڪٽي ويو!!



## تون اچين ٿي تہ ....

تون اچين ٿي تہ
شاعري مون ڏي
اهڙي ڪنهن دوست جيان
هلي ٿي اچي
تُنهنجي باري ۾
جنهن سان ڳالهيون ڪرڻ
هيرَ بڻجي وئي آهي منهنجي-
تون اچين ٿي تہ
زندگي مون ڏي
ٿي اچي آبشار جي صورت،
جو ڏکن جي پهاڙ کي ڪاٽي

ڪنهن مسافر کي ٿو
ڪري سيراب
جو گهٽي پنڌ جو ٿڪل آهي،
تون اچين ٿي ته
ايئن لڳي ٿو چڻ
هر ڪا موسم بهار جي آهي
۽ فضا ۾
سدائين گل ٽا ٽڙن
۽ هوا
صرف سرهي ٿيندي آ-
تون اچين ٿي ته...
تون اچين ٿي ته....



**(تاج بلوچ جي نياڻي غزل بلوچ جي قتل تي لکيل)**

تاج کي
اڄ روڊ جي اسٽاپ تي بيٺل ڏٺم.
هُو چپ هو!
روح جو هڪ گهاءُ هئو
جو هن جي مک مان ڏسجي پيو
ضبط جو هڪ بند هئو
صبر جون ڇوليون اڇي
جنهن جي ڪنارن سان مٿو ڦاڙن پيون-
نيڻ هن جا خشڪ هئا.
هن جي اڳيان روڊ تي
هڪ شور هئو ۽ هئو ڏاڍو هجوم

هڪ شخص جيڪو سونهن جو قائل هجي
لفظ جوڙيندو هجي.
لفظ اهڙا
سونهن جن مان پئي ٻڪي
ان جي نياڻي
هن جي اکين جي اڳيان
وقت جي هن ٽياس تي ڪنهن هئي تنگي؟.
هن جي نياڻي
هن جي شعرن کي پڙهي
چڙ ته هن کان پئي پڇي
ڇا ابا!
انسان ايڏو آ اتم
جيڏو توکي آ يقين؟
۽ هو چپ آ.
روڊ جي اسٽاپ تي
هڪ پيءُ چپ آ.....



## خوابن جون ڳالهيون

هلي آ ته پنهنجي خوابن جي باري ۾
ڳالهيون ڪيون.
هلي آ ته پنهنجي خوابن کي
جاڳي ڏسون.
جڏهن پنهنجا چهرا
هڪ ٻئي جي ساهن جي گرميءَ کي محسوس
ڪن ٿا
جڏهن نيڻ پنهنجا
هڪ ٻئي جي پنبڻين جي هن پار
لهرون پسن ٿا
جڏهن ساري ڌرتي ٿي پنهنجي ئي گهر جو
آڳر لڳي.
هلي آ ته پنهنجي خوابن جي باري ۾ سپن کي
ٻڌايون.
ته جيئن هر ڪو پنهنجي پرينءَ کي سڏي
پنهنجي خوابن جي باري ۾ ڳالهيون ڪري
۽ هن دنيا کي ابدي ڪري!!
هلي آ، هلي!!



## بلـيو ايريا تـي چنڊ

چَنڊُ هاري چانڊوڪي
آ رات سرد.
ياد تنهنجي ساڻ آ
۽ دل ۾ درد
دل ۾ درد توکي نہ پائي سگهڻ جو
سونهن ڪان وانجهيل گهڙيون
گهارڻ جو درد
درد ٻڻجي ڳورو پٿر
دل ۾ پيو آ
دل ٻڏي ٿي

دل ٻڏي ٿي
پر وري توکي ڏسڻ جي آس
اڀري ٿي اچي
درد جوگهورو پٽر ٿو پور ٿي پئي.
سونهن آخر ٿي اچي انسان کي
مايوسين جي سمنڊ مان
تاري ڪڍي،
اڪ ۾ گهوڙهو تريو آڪارڙو
اڀ ۾ هو جيئن ٽمڪي تارڙو،
چنڊ هاري چانڊوڪي
آ رات سرد
ياد تنهنجي ساڻ آ
۽ دل ۾ درد.



## مـــوت چـــا آهــــــي؟

موت چا آهي؟
چا رڳو هڪ ساهه جي اچ وڃ بند؟
چا رڳو نيڻن جو هڪ هنڌ تڪ ٿيڻ؟
دل جو ڌڙڪو بند ٿيڻ ئي موت آهي؟
ٻ پلا جي ايئن آهي
پوءِ ڪنهن جي موت تي
منهنجي ساهن ۾ ٿئي مانداڻ ڇو؟
منهنجي نيڻن ۾ ٿئي آلاڻ ڇو؟
منهنجي دل ۾ ٿوڪپي ڪو ٻاڻ ڇو؟
موت ڇاهي؟
چا اسان ان جسم کي ئي ٿا روئون
جنهن جو هڏ ۽ ڪاٺ

ھيءَ يا ھونءَ ھو
جنھن وصف سوھڻا ڏاڍا ھئا؟
موت ڇاھي؟
موت ٿئي ھڪ شخص جو ٿو
پر ٿو ڪنھن ٻئي شخص جو
ھمراز گم ٿئي-
ڪنھن جي اکڙين مان ڪري منظر پوي ٿو.
ڪنھن جي دل جي ٺيڪ ڪي ڍرڪي پوي
ڪنھن جي وارن مان ٿين ٿيون
آڱريون گم.
ڪنھن جي چپڙن تان
وچن ٿا چپ ڪسڪي-
موت ھڪڙي شخص جو
ان شخص جو ئي موت ناھي
پر
ڪنھن جي آسن ۽ اميدن جو
ٿئي ٿو موت
۽
ڪنھن جي خوابن جو ٽٽي ٿو سلسلو!



## سـنـڌ

ڳهاءِ توکي رسائي
او! ڌرتي
جسم تنهنجي تي
ڏني اهڙا ڏئي
جيڪي ناسور ٿي وڃن جلدي.
پوءِ چون ٿا ته.
آ چڱو ويڄجي
سا اڱر جا ٿي وڃي ٿي ڪِني
سينڌ تنهنجيءَ جا
سي قسم ڪائي
ڪنهن نه ڪنهن نعري جو
سهارو وٺي

جسم تنهنجي تي وار ڪرڻ ٿا گهرن
هائو پر آئون او! ڏرتي
پنهنجي اندر جي پيار جون پٽيون
پنهنجي محبوب ڪان
ورتل چميون
تنهنجي زخمن ۾
پرڻ چاهيان ٿو
آئون جو ”ٽيهين سيپٽمبر“ ناهيان *
۽ نه ”پهرين آڪٽوبر“ آهيان **
چٽنگ هٿ ۾ ڪٽي، ٿو واجهايان
هر ڪو گمر سمر وجي ٿو لهوارو.
پر هو سرويچ تنهنجي ساوڪ جا
چٽنگ منهنجيءَ ڏي پير موڙن ٿا.
پو به ڪجهه چئي نٿو سگهجي
جسم تنهنجو ورهائڻ وارن ۾
جسم تنهنجو بچائڻ وارن مان
جيت ڪنهن جي آ؟
مات ڪنهن جي آ؟

*30 سيپٽمبر 1988 (حيدرآباد ۾ قتلام)*
*10 آڪٽوبر 1988 (ڪراچيءَ ۾ قتلام)*



ڪڪڙيءَ جي تارين ۾ اٽڪيل
چوڏهينءَ جي چنڊَ
۽ تنهنجي چهري کي
منهنجون اکيون
هميشه چٽو ڏسڻ چاهينديون آهن.
تنهنجا وار ريشمي چمڪندڙ ۽ خوشبودار به ناهن.
تنهنجا چپ گلابي به ناهن
تنهنجين اکين کي
هن ڪائنات جي ڪنهن خوبصورت آبجيڪٽ سان
تشبيهه به نه ٿي ڏئي سگهجي
پر تڏهن به اهي سڀ شيون
جڏهن هڪ وجود ۾ سمائجي ٿيون وڃن
تڏهن
ان سراپا کي
۽ ڪڪڙيءَ جي تارين ۾ اٽڪيل
چوڏهينءَ جي چنڊ کي
منهنجون اکيون هميشه چٽو ڏسڻ چاهينديون آهن!!



سمنڊ جو کارو پاڻي
ٽپو ڏئي
منهنجي پيرن سان ڪيڏڻ ٿو لڳي
۽ مان توکي ياد ڪرڻ لڳان ٿو-
مان پنهنجي مٿان
تنهنجي يادن جي جرڪندڙ تارن
واري چادر
پيل ٿو محسوس ڪيان
جنهن مان مون کي
تنهنجي ڳالهين جي خوشبوءِ
تنهنجي بدن جي ڪوساڻ ۽

تنهنجي اکين جي گونگي پن جي
آسيس ٿي اچي-
مون کي احساس آهي ته ڪن پل ڪانپوءِ
مان ان چادر جون
کي ڇيهون ٿيي
دل جي ڪيسن ۾ وجهي
موٽي ويندم.
پر ان کان اڳ ۾
جو اها چادر
ڇيهون ڇيهون ٿي وڃي
چو نه !
مان پنهنجي اکين ۾
تري آيل ڳوڙها
ان چادر جي پلوَ سان
اگهي وٺان!!



چُپِ جڏهن سنسار ٿئي ٿو
رات ٿري ٿي
ٽريفڪ جو جيئن شور ٿئي بند
گيراجن ۾
توکي ياد ڪرڻ جا سعيا آن ۽ ڪريان ٿو-
آسمان ۾ تارا ڪيڏو هيسيل آهن
روڊ تي روشن بلبن آڏو
چنڊ اپاٽڪو ڪيئن لڳي ٿو
۽ هي منهنجي خيال وري ڏس
هاٿي توڙي پنڌ ڪري ٿو
تنهنجون يادون، ڪيڏيون سندر-

ڪيڏي تن ۾ تازگي آهي
ذهن ۾ ڏڪڻ هير لڳي ٿي
جسم توانو تازو ٿئي ٿو
هاء، پر
جيڪا شفت سياٽي ڪرٽي آهي
تنهن لاءِ زوريءَ ننڊ جي هنج ۾ وجھو آهي
ڪيڏو هي الميو آهي
هاءِ ! پرين ڏس!
هاٽي توکي ياد ڪرڻ پڻ
مون کان ڪونه افورڊ ٿئي ٿو!!



## نراس_ آس

هڪڙو آواز !
ڪيڏي يار اداسي آهي
منهنجي من ۾
ڪائي ياد سمائي آهي
ساوڻ برکا جاري آهي
دل ۾ الڪو!
نيڻ اياڳا !اجڙيل، اجڙيل.
سهڻي صورت ڪاڻ سڪايل
چپ چَسَ ڪان خالي آهن-
هاءِ! هو جيڪو ڏک ڏئي ويو.
سپنو بڻجي.
منهنجي جاڳ حدن ڪان پرتي
بيٺو آهي.
هاءِ! هو پرتي بيٺو آهي!!

## پيو آواز!

توکي کهڙو ڏک لڳو آ
دل جي ديوارن جون پاڙون
ڏرڪن ڇو ٿيون
تنهنجي جاڳ حدن ڪان پرتي
جيڪو سپنو بيٺو آهي
تنهنجي گهلي
سيني لائٽ ڪارڊ
ڪوئي سانگ نہ ڪر
ساوڻ برکا مان تون ڪائي
بوند چورائي.
پنهنجي دل جي ڌرتيءَ کي
ڪو ريج ڏئي وٺ.
پيج پنيءَ جو گلشن مان
رابيل جي ڪائي مکڙي آڻي
پنهنجي دل جي گلشن کي.
مهڪائي وٺ
ڪوئي سانگ ڪري وٺ
ڪوئي سانگ ڪري وٺ.



## ٿارچر سيل مان هڪ قيدي

تون مون کي
زندگيءَ جي ڏوجهرن جا
ڏئي مثال
مون کي. منهنجي جوانيءَ جو
واسطو ڏئي
عزم منهنجي کي ڦيرائڻ ٿو گهرين
زندگيءَ جي عشرتن جا جام پياري
مون کي تون بيوس بنائڻ ٿو گهرين
پر او! فريبي!

پُر پيالا رشوتن جا وچ موٿائي
وچ پري مون کان پڇي
هي مت ڪٽي
مان حياتيءَ جي ڏنل
هر گهاو ڪي
پنهنجي چمڙيءَ تي سجائي
ان جي هر هڪ سور ڪي
چاهيان سهڻ ٿو
پرينءَ پنهنجي ڪي حواسن مڙني سان
جانچڻ ٿو چاهيان-
بارڙن جا ڪارڙا ڳوڙها
انهن جي وات ۾.(مائرن جي ٿڃ بجاءِ)
پوندي ڏسي.
ڪيئن تنهنجا هي ڪڙا پيي آئون.
تن ڪان ٿيان پري؟
ٻ وري معصوم جوانين جي هڏن ۾
پنهنجي پريتم جي ڏنل آسيس بدران
دشمنن جي لاءِ سانديل گوليون
ٻ ڳيا (بک ۾ وري ڪائڻ جي لاءِ)
رکيل ڏسي

ڪيئن تنهنجي مٿ مان اچ مان اچ اجهائي
ٿيان آرامي؟
مون کي تنهنجو روپ پيو منظور آ.
ڪاٿ پنهنجا ڇڏ ٿبي تون مون ڏي ايندين
مان مگر هن زندگيءَ جي ڪنهن به پل ڪان
ڪنهن به قيمت تي رهڻ غافل نه ٿو چاهيان
جو مون کي آ يقين
ته منهنجي جسم تي
هي گهاوَ گل ٿي
مهڪندا ضرور!!



سجَ پنهنجو سِر
اُڏيءَ تي آ رکيو.
ڌرتيءَ جي هر هڪ شيءِ کي
روشن ڪرڻ جو الزام هن تي
آ لڳو-
وقت جي ڪاتي لڳي
هن جي ڳچيءَ تي-
رت سارو آ شفق
چڙهي ٿي ويو-
ڌرتيءَ جي هر شيءِ
ويس ڪارو اوڍيو-
رات
ڪنهن شهيد جي بيوهه جيان.
وارڪولي آ پِٽيو!!



ڪيو ڪيترائي ڪٺي گُلَ بند
گُهتيو ڪيترائي گلا ننهن ڏئي
مگر چيٽ ۾ آهي سرهاڻ جا
۽ آهي پڻ چڻ ۾ آواز جو
فضا ۾ ترنم
۽ خوشبو
سي پيدا ڪندا!!



مرڪ ڪائي ارڻ لڪائيندڙ
آ هن جي چهري تي
ٽانوَ ارڻ مانجيل چڙي
آ اچي ڪٽ تي سمهي
سج گرهڻ ٿي لڳي اج سج کي
ڪنهن آ چيو!!



آل ويائي عورت جي ڪڇ ۾
ٻارڙو.
حال جي بدبوءِ هوندي به پئي ٿي آئيندي جي
خوشبوئن ۾
هوءِ تڙپي!!
تون لڇي ٿين ڇو نه ٿي-



مون سان ڳالهائيندي
تنهنجي رخ مٿان
مختلف رنگن جي ڪيفيت
چو نہ ٿي ايري اچي-
تنهنجا ڳل
تنهنجا چپ
۽ تنهنجون اکيون ڪاريون
ٻڌائين چو نہ ٿي مونکي
تہ دل تنهنجيءَ جو ڌڙڪو
تيز تر ٿيندو وڃي ٿو
جيئن ٿي ان ڪي ٿئي احساس ٿو
منهنجي هئڻ جو
پر هائو شايد
توکي ناهي هيءَ خبر
تہ تون مون ڪي
ڏاڍي وڻين ٿي!!



## تنهنجو تعلق...

تنهنجي آڱرِ جا چنڊ ۽ تارا
ڪيڏا پيارا
تنهنجي گهڙي جو پاڻي
ڪيڏو ٿڌو، ڪيڏو مٺو.
تنهنجي مَنهَ جي چانو
تہ ڪيڏي گهاٽي آهي.
تنهنجي اکين جا لياڪا
ڪيڏا موهيندڙ.
تنهنجي چپن جا ليڪا

ڪيڏا تڙپائيندڙ
تنهنجي گهٽيءَ جي اُسَ
ڪڏهن نہ ڪوسي ٿي
توڙي اچڻ جو هر ڪو بهانو
ڪيڏو پيارو.
تنهنجي هر شيءِ ايڏي پياري
ڪيئن لڳي ٿي
تنهنجو تعلق هر شيءِ ۾
ڇو سونهن پري ٿو
ڪاش تون ڄاڻين.
تنهنجو تصور مون لاءِ آ اتساهہ
جيئڻ جو.
تنهنجو هئڻ ئي مون لاءِ آس جي
ڏوري آهي.



تنھنجا آھن ڪيڏا عڪس فضائن ۾!
جنھن ويلي ھن ڌرتيءَ تان
روشنيون ڪو چوسي وٺي ٿو،
اونده ٿئي ٿي، اماس ٿئي ٿي-
تنھن ويلي مان ڪي اڻ انڌ ۾
جي ٽمڪ ٽمڪ تارا ڏسجن ٿا
سي تنھنجا نيڻ ئي ياسن ٿا
۽ پوءِ مان،
پنھنجين اکين ڪي
تنھنجن نيڻن منجھ ڪپائي
جيئن ئي اگھتي وڏان ٿو
دنيا روشن ٿئي ٿي.

تنهنجا آهن ڪيڏا عڪس فضائن ۾!
ياء
سچ جڏهن ڌرتيءَ ڪي تتل ٽاموڪري ٿو.
۽ ڪوجيو
تنهن جي تپش ڪي سهي نہ سگهي ٿو
تنهن ويلي
ڪنهن جي ڳهاتي وڻ جي ڇانوَ بہ
تنهنجي هنج جهڙي آ
جنهن ۾ پنهنجو مٿو ٽيڪي
پنبڻ جهڪائي
سمهي پئجي ٿو
اندر جي گهراين مان
ڪو هڪڙو اونهو ساهہ ڪڇي ٿو
۽ دل ڪي ويساهہ ملي ٿو.
تنهنجي هنج جهڙي هيءَ دنيا
نيٺ تہ ٿيندي!!
تنهنجا آهن ڪيڏا عڪس فضائن ۾.



ڪيڏي ڳالهه نرالي آ هيءَ
تو به ڳنٽيو ڪو نه آهي مون کي
مون به وڃايو آهي تو کي
تون به وياڪل
مان به اداس
ها پر پوءِ به جيئڻ جو اتساهه
تو لاءِ مان ۽
مون لاءِ تون آن!
ڪيڏي ڳالهه نرالي آهي.



سنڌوءَ جي لهرن ۾ ڪيڏي
چنچلتا آئي آ
تنهنجي سيني ڪي اورانگهي
جيئَن اچن ٿيون مون ڏي.



## ڪوٽ جو احساس

ڇا وري هن زندگيءَ جي
ٿي سگهي ٿي ابتدا؟
زندگيءَ جا سال
جن ۾ توکي مون آهي وڃايو
ميٽجي سگهن ٿا
منهنجي زندگيءَ مان؟
ڇا اهو جيڪو وڃايو آهي مون
تنهن جو ڪو آهي بدل؟
منهنجي اندر ۾ آ. جيڪو
رهجي ويو ٿر جو تڪر

چا اهو سيراب ٿيندو؟
ڪو نه ٿيندو
ڪو نه ٿيندو
ڪو نه ٿي سگهندي
وري هن زندگيءَ جي ابتدا.
ڪو نه سيئي سال
منهنجي زندگيءَ مان ميٽبا.
ڪو نه ٿرجي ان ٽڪرتي
بوند ڪائي پيار جي ڪرندي ڪڏهن-
ڪوٽ جيڪا زندگيءَ ۾ رهجي ويئي
سائي رهندي.
ها مگر.
ان ڪوٽ جي هوندي به پنهنجي زندگي
جي وقف اهڙي زندگيءَ جي لاءِ ڪجي
جنهن ۾ ڪنهن جي من اندر
ٿرجو ٽڪر ڪو ڪو نه رهجي
۽ ڪوٽ سان.
ڪنهن سونهن لاءِ اتساهه بڻجي
پوءِ ٿي هن زندگيءَ ۾
آس بڻجي!!



چا سماج جو ڪو به رشتو،
جيڪو توکي ڪنهن به ٻئي شخص سان
لاڳاپي ٿو ڇڏي
ان ڳالهه جو دليل آهي
ته تون منهنجي ناهين؟



دل لڳي وئي آهي توسان
۽ مان پنهنجي وس ۾ ناهيان
هاڻي مون تي ڪو ڪندو اعتبار ڪو نه
جي چوان
منهنجو توسان واسطو ڪوئي نه آهي-
جڏهن تو منهنجي نرڙ تي
رات پنهنجا سرخي لاتل چپ
رکي ڇڏيا هجن
۽ اهو ڇڏيل نشان
مستقل ڪنهن ڏوهه منهنجي جو هجي
ڪوئي گواهه.



اج صبا تنهنجي تصور کي
پڪوڙي نرم و نازڪ پنهنجين
ٻانهن ۾ اچي
منهنجي آڏو
اشتهاري ملزم جيان
آهي بيهاري.
چئه! ته هاڻي ڇا ڪجي؟



مل جي ڪنهن پرزي جيان
پارٽ ڪي ساڳي ئي محور تي هلائي
پنهنجي ڊيوٽيءَ جي مقرر ڪلاڪن ڪانَ مٿي
پنهنجي زندهه محنت
ڪنهن بي جان کي ڏيئي
جنهن جو تمام گهٽ عيوض
چند روپين جي صورت وٺي
اوور ٽائيم ڪمائي
گهٽي رات گذري وچڙ ڪانپوءِ
جو موٽي ٿو گهر.

آسائتي گهرواريءَ جي مٺ ۾ پڪوڙي
اهي چند رپيا
سيائي وري ان پوائتي محنت جو سوچي
جو ڪٿ تي ڪري ٿو
ڪٿي ننڊ ان کي وچي ٿي خلا ۾
۽ زال ان جي
سيرانديءَ جي هيٺان
اهي چند رپيا رکي
ساڳي بيقراريءَ سان
ان جي ئي پر ۾ لچندي رهي ٿي
۽ رات، هر رات جيان
ٺرندي رهي ٿي!!



ڌرتيءَ جي سطح تي ڪلر چڙهي ويو
ڪنهن جو مٿو سفيد ٿي ويو.
ٻوڏ بڪ جي
پيٽ ورن مان ورڻ پرينءَ جي
ڳالهين جا
اڪيڙي چڊيا-
پيار جو مطلب
هاڻي هٿڙي مٿجي ويو آ-
احساس هاڻي
ڏاڍا تيز ٿي ويا آهن-
هر ڪو پياءُ
روز جيئڻ لاءِ
روز مري ٿو

هر ڪا پينٽ پنهنجي اکين ۾
پاءُ جي خون جي سرخي پايون.
نڪتي آهي.
هر ڪنهن ماءُ جي
اکين ۾
ڳوڙهن جو ڪو سنهڙو تهه .
هميشہ لاءِ چڙهي ويو آهي
هر ڪنهن پيءُ جا چپ.
هميشہ ڦڙڪن ٿا-

.....................................

هاٿي هتڙي ڌرتيءَ جي سطح ڪي ڦاڻو آهي.
هاٿي ان ڪي
گهوڙن سان اٿلائڻو آهي
ڪوسي، ٻازي، مٿي ٻاهر اڇٽي آهي-
ڳونچ نوان لهرائڻا آهن.
گيت نوان ڪي ڳائڻا آهن
هاٿي هتڙي.
پيٽ ورن ۾ پيار جو ريج ڏيٽو آهي
هر هڪ ماءُ جي اکين تان ڏنڌلو پردو لاهڻو آهي
هاٿي هتڙي خوف جو راڪاس اڇٽو ناهي
هاٿي هٿ وڌائڻو آهي
هاٿي پير وڌائڻو آهي.



زندگيءَ جي اذيتن مان روز لنگھندي
روز پنھنجي دل تي ڪئي برڇيون سهي.
هن حياتيءَ جي ڏنل هر گهاوَ ۾
ظالمن جون ڪيئي تتل سيخون سهي
رندن مٿان رت هارڻ جون صدائون ٿو ٻڌان جڏ
تنهن سمي.
زندگيءَ جي بيقرارين، ڪوفتن
هيٺان رکيل
خانو نظر

دل ۾ اچي ٿو.
انقلاب ڪنهن اچڻ جو
آ يقين جنهن ۾ رکيل
جنهن ڪري ئي ٿو لڳي
سارو سجايو هي وجود
ايئن بلڪل، جيئن هوندو آهي ڪنهن
سورن واري عورت جي
ڏکوئيندڙ، بيچين گهڙين سان
هڪ حسين، دلڪش تصور
ماءُ ٿيڻ جو!!



چنڊ، روئڻهارڪو ٿي،
ڪڪريءَ جي گود ۾ منهن لڪائي
چپ ته سڏڪا پيو ڀري رهيو آهي-
رات جا سڀ ستارا ڪنهن سرڻ ڪان خوفزده چوزن
وانگر
چون چون ڪري رهيا آهن-
ڌرتي،
ڪنهن ماءُ جي پوٽيءَ جي ڪنڌ وانگر
پڇي وئي آهي-

وڻ
هراسيل ماڻهن جيان
چپ ھنيون بيٺا آهن-
سڄي سنسار تي سڪوت طاري ٿي ويو آ-
پر!
هن سنسار جي پنجن ئي حواسن واري مخلوق ۾
ڪو تحرڪ. ڪا احساس جي لهر نہ ٿي ايري
جو ظلم جي بنديخانن ۾.
اڄ هڪ (انهن مان ئي ڪو!)
ظالم جي اڻ مئي ۽ بي جا تشدد جو
نشانو بڻجي.
انهن لکن جي تعداد ۾
وڃي شامل ٿيو.
جن انسانيت جي پِيلي ڇهري ڪي
رت ريٽو ڏئي آڳاڙهو ڪيو.
۽ جن جو تعداد ڪنهن ڪي بہ ياد ڪونهي-
اڄ جي سرخروءِ جي بيوهہ.
اهو سڀ ڪجهہ سوچي.
خلا ۾ تڪي رهي آهي!!

*(نظير عباسيءَ جي شهادت تي لکيل)*



## چاهنا جي موت

جڏهن وقت گذرڻ سان
توکي لڳائي ته مون
هئُو توکي چاهيو
تڏهن منهنجي پياري
رڳو مون کي پنهنجن
خيالن ۾ آڻي
تون مرڪي ئي ڇڏجان
ته مون کي ملي موٽ وينندي
منهنجي چاهنا جي!!



اجا رات باقي آ
خلقت مٿان
اجا لوڪ آهي
ستوئي پيو
اجا چنڊ تارن کي آهي مزو
اجا ڪو نہ نڪتو آ سورج ڪٿان
اجا صبح اوڙهيل آ ڪارو لٽو
اجا اک بند ڪاري پلڪ سان
اجا مون کي تنهنجو آ اوسيئڙو
اجا مان ٿو جاڳان تنهنجي ياد
سان
مون سارينديءَ تون جو هيڪر
اچين
هي سارا ڏنڌ لڪا
ختم ٿي وڃن!!
ختم ٿي وڃن!!



## نيوٽران بم جي خالق ڏانهن

سر سبز باغن ۾
لڏندڙ لمندڙ
ڳاڙها، پيلا گل ڏسي
۽ انهن سان کيڏندڙ
انهن ڪان به سهڻا ٻارڙا ڏسي
مائرن جا ڇاتين ۾ هونگڙيون ڏيندڙ
ٻار ڏسي،
هاريءَ جي بدن مان

نتهڻ اس ۾
ٽمندڙ پگهر جا ڦڙا ڏسي،
سج لهڻ سان
ملين مان
آفيسن مان
نڪرندڙ مزدورن جون ٽوليون ڏسي
پري پري تائين
پهاڙن جي چوٽين تي
ٻه پيار ڪرڻ واريون
جوانيون ڏسي،
۽ فطرت جا
دل ڏڪائيندڙ ۽
دل لپائيندڙ
روپ ڏسي به
تنهنجي دل ۽ دماغ ۾
انسانيت لاءِ
ڪا سڪ نه جاڳي.
او! نيوٽران بم جا خالق
او! انسان جا بگڙيل روپ
توکي مان ڇا سڏيان!!



## مينهوڳي

ڪالهون ڪر مسلسل وسندي
مينهن وسي اڄ بس ڪئي آ،
گهر ڊهي پيو آهي ڪنهن جو،
پيءُ پريشان
ٻَن ڪي ٽيڪون ڏئي ٿو،
ماءُ وياڪل
مينهوڳيءَ ۾ سانجهڻ ڪارڻ
ٻہ هو ٻار،
پنهنجي ننڍڙي ڳاڏيءَ ڪي
پنهنجي هٿ سان ٽيڪ ڏيون
دل پنهنجيءَ ۾ ارڻ ترڻ لايون ويٺو آهي،
من ڪا جهرڪي ڦاسي
منهنجي ڳاري هيٺان!!



تنهنجي ڳچ تي
ڪاون وانگر
منهنجي من ۾
جرڪا آهن.
تنهنجين يادن جا-



جذبات جذهن
پرجي اچن ٿا اکين منجهہ
تہ چاهيندي بہ نہ ٿيون ٿين
اکيون، اکين کان ڌار!!



ڪلندي مهل
تنهنجي ڳِتي ۾
چگهه پوي ٿو
ايئن لڳي ٿو
ڄڻ سنڌوءَ جي پيٽ ۾
ڪوڪُن پوي ٿو.



تنهنجو
منهنجي پرسان هجڻ جو
احساس ،
منهنجي روان خيالن کي
بي ربط بڻائي ٿو ڇڏي!!



منهنجي دل اڄ چئي ڏنو آ
تون مون کي ڪا نه وڻين ٿي
ايئن جيئن ڪنهن
ٻار جي هٿ ۾
ٽافي ڏئي ۽ چورائجي
چئه نه فلاڻو ڪِنو آهي-



خوبصورتي
خوشحالي
۽ امن پسنديءَ واري خواب تان
ڪو به شاعر هٿ ڪڍي نه ٿو سگهي
تون پلي چئه نه
اهو سڀ ڪوڙ هئو
جنهن تي مون اعتبار ڪيو
پر جڏهن مبهنجي آڏو
بيلٽ باڪس ڪان ويندي
ڪنهن نئين سامايل ناري تائين
جي عزت نيلام ٿئي
نه مون ڪي ساڳيو خواب ڏسڻ لاءِ
ڪنهن بئي دليل جي ضرورت ناهي.



ڪنهن ضديري پار وانگر
تنهنجون يادون
منهنجي دل مان
ڪين وڃن ٿيون.



توکي ياد ڪرڻ پڻ مون لئه
آهي عياشي
جيڪا مون ڪان
دل گهرندي به
هر ڪنهن ويلي
ڪا نه ٿئي ٿي۔



نظر جي حد کان چپن جي سرحد تائين
تنهنجي جلوي جا رنگ وکريا آهن.
چپن جي سرحد کان
اندر جي لاحد تائين
تنهنجي احساس جي گرمائش آ
منهنجي احساس جي گهرائيءَ ۾
منهنجي تخيل جي ارتقا جو سبب
تنهنجو مادي وجود آ پياري!!



آءُ ته گذجي لمحا پڪڙيون.
لمحا جيڪي
ڪيڏو ويجها هوندا آهن
توکي ياد ڪرڻ جي ويلي
پوپٽ جي رنگين پرجيان
جرڪا ڏيندڙ
پنهنجي نظرن وچ ۾ اٽڪيل
لمحا پڪڙيون.

جيڪي هن گهٽيل گهڙي ۾
هيسيل آهن-
جن تي مايوسيءَ جي وحشت
ليپجي وئي آ
ڪيڏا! هاءِ ! اپاٽڪا آهن
جيڪي توکان يا شايد مون کان
گم ٿي ويا هِن
آءٌ ته رتوچاڻ ٿي پيو هان
پوپٽ جي رنگين پرن جيان
جرڪا ڏيندڙ لمحا
آءٌ ته گڏجي پڪڙيون!!



محبت جي باري ۾
جو ڪجهه پڙهيو هئم
غزلن ۾، گيتن ۾
نظمن ۾، بيتن ۾
سرن ۾
ڏنن ۾
جو ڪجهه ڪيو هئم
محسوس
مون کي اڇي سمجهه ۾ ويو
جڏهن تون سامهون اچي وئين۔

(مرڪزي خيال جيڪ لنڊن کان ورتل)



توکي ڏينهن ڇٽي ۾
منهنجن نيڻن کين ڏٺو.
هاڻي جيڪا رات اچي ٿي
تنهن ۾ توکي ڇتو ڏسڻ لاءِ
چانڊوکي به نه ناهي-
ها، پر
دل ۾ اميدن جا
ڪِرڻا آهن-
ڪيڏي آس لڳي ٿي.
ڪاري رات اچي ٿي.



توکي ڏسڻ سان
منهنجي اندر ۾
ڇا ڇا ٿئي ٿو
تون ڇا ڄاڻين!
توکي ڏسڻ سان
منهنجي اکين ۾ جيکي رنگ اڀرن ٿا
سي جي پَسين تون
دنيا کي رنگين رکڻ لاءِ
منهنجي اکين کان
کو نه هٽين تون!
کو نه هٽين تون!
توکي ڏسڻ سان
منهنجي چپن ۾ جيکا رس اچي ٿي
سا جي چکين تون

من جي اڄ اجهائڻ لاءِ
چپ چپن تان
ڪو نه ڪٽين تون
ڪو نه ڪٽين تون.
توکي ڏسڻ سان
منهنجي بدن ۾ جيڪا اڳ
ٻري ٿي
سا جي سيڪين
پنهجي دل کي گرمائڻ لئه
منهنجي پڪ مان
ڪو نه چڇين تون؟!!
ڪو نه چڇين تون؟!!
پر! تون منهنجي! اکين ۾
گهوريو ئي ناهي،
پر تون منهنجي چپڙن کي
چوسيو ئي ناهي
پر تون منهنجي سيني کي
ڇهيو ئي ناهي.
تون ڇا ڄاڻين!
تون ڇا ڄاڻين!
توکي ڏسڻ سان
منهنجي اندر ۾
ڇا ڇا ٿئي ٿو!!



تون سڏين ٿي، آءٌ ٿو توڏي اچان
ڪيڏو تيز؟
ڪيئن چوان، آءٌ توڏي اچان
جيئن جبل جي چوٽين سان پاڻ
رهڙبندي وڃي ٿي.
جهڙ جي ڪڪري ڪنهن جي ڪان؟
آءٌ ٿو توڏي اچان.
آءٌ چاڙهيءَ تان ٿڙيل ڪوئي پٿر
تون آن ميداني نهر جيان
چاڻ ٿو توسان ملان
آءٌ ٿو توڏي اچان.
جستجو هر شيءِ ۾ آهي
هي سفر ناهي اجايو
هن ۾ تون ۽ هن ۾ مان
آءٌ ٿو توڏي اچان.



چانڊ سڙيو ڦُلڪو
تنئي جي باهه جهڪي ڪري
ساڙي چڏ الڪو.



ٻيهي تي ويهي
سانت توڙي ڪوڪ سان
”آ ڏکڻ ڏيهي“



ولهه ۾ آهي ڪٿ
هوءَ منهنجي آغوش ۾
ساهن ۾ آ ست



ٽٽڻ مان گوها
ڇڻونرين جي ساز تي
فطرت سنيها.



ميرا ليڪا منهن تي لائي
مٿيءَ ۾ ٿوڪيڏي ٻار
ماءُ پري ڪان نظرون لاهي.



ياد وڪوڙي جيءَ
خشڪ سرءُ ۾ ويٺي ڪائي
نيڻ نپوڙي ڪيءَ



ولهه ۾ هوءِ ستل
ڪوسا چپ اچي ڪنهن رکيا
مٺان هن جي ڳل.



حيرت ۾ آ هاڻ
پنيرڪي ۾ ڪو پيگهو
ڳلِ چڏي آلاڻ



چيڪي مٺي لڳن لائي
ڪيڏا هار سينگار ڪري ٿي
” هاڻ پرين من لئونءُ لڳائي“



معصوميت جو موهه،
دل ڌڙڪڻ کان اڳ ئي پرڙيل
عشق ويو ٿي ڏوهه.



ويندي ويندي وات
ڪن لنون ٿا سانت ۾
هو تنهنجا سرباٽ.



جود ڪري ڪڻ چوڙ
وٺ ريجهائي ٻارڪي
دل مان ياد نپوڙ.



چيلهه تي گهاگهر، چلڪي چلڪي،
وک ڪٽي اڇ، هلڪي هلڪي.

گهاگهر ۾ جيئن، پاڻي چلڪي،
پيار ۾ ايئن دل، چلڪي چلڪي.

چيلهه چبي آ، گهاگهر آ سئين،
چوڪر پئي آ، ڏرڪي ڏرڪي.

پَپ جي ڪڙڪي، تي پيون ۽ جاڳي،
پير ۾ پايل، چمڪي چمڪي.

لوڪ بيهي ويو، آ هنڌ هڪڙي،
چارڻ ڏسبو هوءَ، مرڪي مرڪي.

يار ڪلي پيو، آهي يارو،
مرڪون ميڙيان، مُرڪي مُرڪي.



شهر سڄي ۾ جيڪو آهي هُل منهنجو آ
تنهنجي وارن ۾ جو آهي گُل منهنجو آ.

مون وٽ جيڪا رسوائي آ تنهنجي آهي
تو وٽ جيڪو درد لڪل آ ڪُل منهنجو آ.

تنهنجي هڪ هڪ گهور اپاريو آهي مون کي
تنهنجي نگاهن ۾ جادو اوتيل منهنجو آ.

تنهنجين محرومين واري احساس جو بار
ڍوئي ڍوئي جسم ٿيو هي شل منهنجو آ.

وٽن منجهان پن ڇڻ ۾ ڇٽيل پتن ۾
بي وطنيءَ جو ڏک سدا سانڍيل منهنجو آ.

ڏيساور وارثو هي منهنجو ديس اٿوَ
گهايل گهايل هن ۾ هر هڪ پل منهنجو آ.

*(بدر قريشيءَ جي جي هيٺين مطلع کان متاثر ٿي لکيل)*

شهر ساري ۾ جو هُل آهي، اهو منهنجو آ
تنهنجي وارن ۾ جو گل آهي، اهو منهنجو آ.



هوءَ آئي ٻلي ٻنا سينگار
سونهن جا مٿجي ويا سپئي معيار.

پنهنجي بربادي تون ٿو پيار چوين
زندگي منهنجي آ سنواري پيار.

ڪنهن جي آڏو تون سرخرو آهين
ڪنهن جي آڏو مڃي وٺي تو هار.

هن جي اکڙين ۾ ڪاڻ موتين جي
سيج هن جي سڄي گلن جا هار.

مورچن تي چڙهي پرينءَ جي سان
حوصلن کي هٿي ملي ٿي يار.



ڪنهن جــي بيوفائي آن
منهنجــي رهنمائي آن.

ويڙهــجي ڪُتوريءَ ۾
ساهہ ۾ سمائي آن.

تون ڪا آرسي آهين
منهنجي خود نمائي آن.

هڪ تہ ڪانہ ٿي وسرين
پيو سنورجي آئي آن.

هيءَ اداس موسم ۾
تون بہ ڪانہ آئي آن.

ست نظم جي آهين
هائو! تون اُهائي آن.



وري سونهن ۽ روح ۾ ڪا رچي
وري منهنجي آڏو وئين ته تون اچي.

اُره پره جا جو اگهاڙا ٿيا هن
فضا روشنيءَ سان وئي ۽ رچي.

سَتون اج ٿيون ڏاڍيون اچن ساهه کي
چچي ســاهه جي پئي نه ڏوري ڪچي.

رکيا پيـر ڳورا اچي ننڊ اکين تي
وئي آس هيٺان انهن جـي اچي.

ٻڌي چير تنهنجي الهڙ رات، منهنجي
اکين جـي اڱڻ تي ۽ ڏاڍو نچي.



دل چيو اڄ آزمايو آهہ َ ڪي.
اڄ وري ڇڏيم سمهاري چاهہ ڪي.

ڇا وري تو آهي مون ڪي ياد ڪيو؟
اڄ وري ست آئي منهنجي ساهہ ڪي.

ڪير ٿو مونسان هلي پيو هيئن گڏ
ڪنهن مٿي ڇڏيو آ منهنجي راهہ ڪي.

تون تہ ڪيڏي اوپري ٿي پئي لڳين
پرهہ تنهجي مات آ اونداهہ ڪي.

منهنجي آڏو ڪير هئو، ڇا تون هئين؟
مون ٿي سمجهيو مون ڇُميو اڄ باهہ ڪي.

لفظ هڪڙو مس ڪاريءَ ميٽيو
تو جياريو، سچ جي ساراهہ ڪي.



گلابن ۾ آئينءَ تہ چا؟
حِجابن ۾ آئينءَ تہ چا؟

چپن کان تہ دُوري رهي،
نگاهن کي پائينءَ تہ چا.

اندر کي اُساٽي، اُساٽي،
بدن تي وچائينءَ تہ چا.

وسڻ کي وساري، وساري،
مٿان منهنجي چائينءَ تہ چا.

ملڻ ويل ساڳيا ڏوراپا،
وڃڻ ويل رائينءَ تہ چا.



اچي ڪو هٿائي اکيان منهنجي ڪڪريون
نه جيئن چنڊ پورو اچي مون اکين ۾.

هي تنهنجو ٿي آهي سبب منهنجي پياري
جو سينگارجي سونهن ٿي مون اکين ۾.

چڪين پاڻ ڏي ٿي تون ايڏي نه سگهه سان
نه دنيا، نه رشتا رڳو تون اکين ۾.

وري ڏس ٿي تنهنجي جدائي ڏکاري
وري هينئڙو ڦٿيو نه جو تون اکين ۾.



ويندي ويندي مرڪ ڇني ماڻهن تي ويئي
ڪيئي خزانا غربت ۾ ٻه لٽائي ويئي.

آءُ رنو هئس جنهن تي اڄ بربادي سائي
کهڙي ليکي ٿي ڪنهن جي آبادي ويئي.

سرگردان، حيران، پريشان رهڻ لڳا
اهڙي تنهنجي ڇُوس لڳي نيڻن کي ويئي.

ڇا مان پنهنجو پاڻ بچائي سگهندس ڪو
جي هتڙي نفرت جي باهه لڳائي ويئي.

پوءِ ته سراپا باهه سندو شعلو ئي ٿيندو
جي هن مان جذبن جي آڳ اجهامي ويئي.

تنهنجي پاڪر واري باهه تي ياد اچي
برف جيان ٿي هاٺي آهه جدائي ويئي.



اکين تي ڪرائي رکي تو آ پياري
شرم کان فضا هيسجي وئي آ ساري.

ايئن ٿي جهُڪائيه ڪٽي جو اکين کي
اجهامي وئي باهه، يا ڪنهن آ ٻاري

اجهو مان چنو گل ڏيڻ لاءِ توکي
ڪنهن جي دل ڏکائي ڪنهن جي آ ٺاري.

اَڏامڻ ڏي وارن کي چو ٿي پَڏين
وسڻ تي آ شايد مٿان ڪڪري ڪاري.

ڏسي مون ڏي تون جو پئي آهين مرڪي
ته چڻ ڪنهن مُئي ۾ حياتي آ هاري.



ٿي جواني ڪَرَ ڪٽي اندران تڪي
چولڙي جي اوٽ ۾ سا ڪيئن لِڪي

رات ڪاري آهي هن جو ويس ڪو
چنڊ جو ايرڻ ان ۾ جڻ ڪا انگهه لڳي

هير ٿڌڙي گذري هن جي جسم تان
جڻ تہ هن جي جسم کي ڪو ويو ٻَکي

رات هن جيءَ ۾ آهي ڪنهن جو دخل
بند اکين ۾ ڪير ٿو هن کي سڏي

ڏاڍي ماندي ٿي ٿئي چنڊ کي ڏسي
جڻ تہ هن تي غيرَ جي ڪا اک پئي

رات گذري آهي لُڇندي تڙڦندي
صبح ٿو هن جي سجاڳيءَ سان ٿئي.



جڏهن تو ڏسي مون کي پنهنجو ڪيو
پرين منهنجي دل ۾ نئون گهر ٺهيو آ.

وري تون ۽ آهن وري منهنجون اکيون
وري چڙ زمانو به رڪجي ويو آ.

نه پُڇ تنهنجي جلوي ۾ ڪيڏي تڙپ آ
دلين کي پُلائي رُلائي ويو آ.

زمانو به تنهنجي چپن جي طلب ۾
سوين سُوريون اُڪري اَگتي وڌيو آ.

ويو رنگ کهڙو ٿي آهي شفق جو،
جڏهن سج ان جي چپن کي چُهيو آ.

املهه مينهن جي آ ڪٽي جنهن اچي،
ٿر جي پٽن جي گپتن کي چميو آ.



بند ڪمري واري گهُٽ دل ۾ اڄ چانئي آهي
تنهنجي ياد هوا جي جهُوتي جيئن آئي ڪاهي.

ڪوڙو هي رشتو آ ڪيڏو جسم سندو سائين
جي منجهي ورتاءُ ته ڄڻ ڪو رشتو ئي ناهي.

هينئر منهنجي آڏو جيڪر ٿوري دير ويهين
هيڏي بور پٽي جي پت کي آءُ وجهان ڏاهي.

ڪاري رات لڳي ٿي ڄڻ هن جو ڪارو ويس
چنڊ لڳي، ڄڻ ان ۾ ڪائي انگهه لڳي آهي.



ڪيئن ڪنهن کي ڪا نظر گهائي وجهي ٿي
وقت جون اڏيل پٽيون ڍاهي وجهي ٿي.

تون سدا ڪان سار منهنجي ساهه جي آن
سار تنهنجي ساهه گرمائي وجهي ٿي.

توکي سوچڻ اوا پياري شاعري آهي ڪرڻ
سونهن تنهنجي لفظ جوڙائي وجهي ٿي.

سُرَ نه هر هڪ تار ۾ آهن سُتا پيا
تنهنجي آڱر تن کي جاڳائي وجهي ٿي.

تون چپن تان گهاٽي سرخي لاهي اڇجان
لوڪ اکيان راز ورجائي وجهي ٿي.

تو جڏهن چوليءَ جي اکيان پانهون کوليون
منهنجي دل جيئن پارڻ اڇلائي وجهي ٿي.

التجا، آهي شڪايت يا اکين ۾ آچ ڪا!
جا به آهي دل کي تڙپائي وجهي ٿي.



زندگيءَ جون شاهراهون پيون ڳُلي
تنهنجون اڄ مون لاءِ ٻانهون پيون ڳُلي.

تنهنجي اکڙين مان حياتي پئي ٽمي
تنهنجي مرڪڻ سان راهون پيون ڳُلي.

تون اکين رستي لهي آئينءَ اندر
مون ۾ تنهنجون بارگاهون پيون ڳُلي.

ڪوڙ منظر سامهون جاڳي پون ٿا
نيڻ مهٽي جيئن نگاهون پيون ڳُلي.

استعارن ڪي ملي اڄ زندگي وئي
اڻ لکيون تنهنجون ادائون پيون ڳُلي.



پاڻ کان ٿو دُور مان نڪتو وڃان
ڪنهن جي چڙيل واس پويان ٿو وڃان.

ڪنوار ڳاڙهيءَ کي ڏسي ويڳاڻيل
ريت جي رُڃ ۾ ئي رلندو ٿو وڃان.

ڪنهن ٻُڪايل پار کي ڳس تي ڏئم
پنهنجي منزل کان ئي پُلندو ٿو وڃان.

ڪنهن کان ڪنهن جي لاءِ ڪو نياپو وٺي
هير بڻجي ڪائي گهلندو ٿو وڃي.

گهور مون ۾ جان ڪئي تو آ پرين
مڪڙيءَ وانگر هاڻي ڪلندو ٿو وڃان.



جيئن ئي نڪتو قيد ٿيو آ
حُسن اجا آزاد نه ٿيو آ.

قاتل چپڙي پهچي ويئي
جيئن ئي ڳاڙهو ڳل تڙيو آ.

ڪاري ڪڪري ٻڪندي آئي
اونده ۾ جيئن چنڊ ڪڙيو آ.

ڪارا پنبڻ ڪري پيا آهن
اک جو اک سان ميل ٿيو آ.

ٿهڪڙو جيئن منهن تي آيو
ڳوڙهو اک ۾ نيئن تريو آ.

اڪيون آهن پرچي آيون
منهن سامهون جو پرين ٿيو آ.

جلوو آهي آمهون سامهون
دل جو ڌڙڪڻ وڌي ويو آ.



دل جي دروازي جا ڪولي تاڪ چڏيا ٿم آءُ،
آءُ ايئن جيئن باغيچي مان آيو تازو واءُ.

تنهنجا لفظ جو پهتا مون کي آهن اڄ پرين
تنهنجن چپڙن جوئي مون کي آيو تن مان ساءُ.

تون ڇا هين مون لاءِ ۽ تنهنجي لاءِ ڇا آهيان مان
تنهنجي ڪشش مان آهيان ۽ تون آن منهنجو ورتاءُ.

ڪيڏي پيڙ اچي وئي دل کي جانُ مون آهه پڌو
تنهنجي وک ڪجي هئي مون ڏي، مون وٽ هئو پڇتاءُ.

جيڪي منهنجا شعر تون پڙهندين ٿورن لمحن ۾
دل نپوڙي پوءِ ٿيو آ، تن جو ايئن جڙاءُ.

دنيا تنهنجي هنج جيان ٿي سگهندي پرُسڪون،
تنهنجي هنج ئي جنت آهي، آهي ڪو نه وڌاءُ.



سِجَ پٽي آ اک ڪٽي ڪنڌ پوتن مان
ڪَر پچي تو ايئن نهاريو وڪريل وارن مان

مَس وري تو آهي منهنجو حال پُڇيو
مسَ وري ڪا آئيِ صدا اڄ تارن مان

ڪيئن نتايان توکان هيڏيءَ محفلِ ۾
تو ئي ڏسجين ڏرتي ۽ آڪاشن مان

وچ ۾ تنهنجي ۽ منهنجي آ کهڙي ڳالهه
ڪيئن ڇهان مان توکي هيڏن پردن مان

تون نہ اُهائي آهين پوءِ ڇو هِيئن لڳي
جڻ تون آئي آهين منهنجن خوابن مان



وَسي ٿي ڪير تنهنجي شاعريءَ ۾؟
پُڇي ٿي پاڻ ڪيڏي سادگيءَ ۾!

صدائون پيار جون ڪيڏيون اچن ٿيون
جڏهن ٿو بيهجي برساتڙيءَ ۾

ڪيان مان ڏت دل کي ڪيئن آخر
وجي هر هر پوي ٿي باهڙيءَ ۾

لڳي ٿي هوءِ منهنجي چا؟ پُڇين ٿو
وٺي وِبندڙ آ مون کي شاعريءَ ۾

ملي ٿو چين هن بي چين دل کي
رڳو تنهنجي بدن جي پاڪڙيءَ ۾



سونهن جون سرهاڻ جون ڳالهيون ڪجن
ڪي پرينءَ جي پار جون ڳالهيون ڪجن

ڪيترو دونهون پريو آهي شهر ۾
ڪي ڏڪڻ جي واءَ جون ڳالهيون ڪجن

تون نہ سڀ موضوع ڪٽي وٺينءَ پاڻ سان
ڪيئن هاڻي پانهنجون ڳالهيون ڪجن

آ نہ تنهنجي اکڙين ۾ گهور پائي
شهر ۾ مائار جون ڳالهيون ڪجن.



سڀ دنيا جون راحتون منهنجون ٿيون
جيستائين هي گهڙيون منهنجون ٿيون.

انگ تنهنجا ڪنهن جي گهر ۾ قيد هِن
ڇا پلا هي چاهتون منهنجون ٿيون؟

سڀ قبوليون مون اُماٽيون لوڪ جون
جيستائين هي چُميون منهنجون ٿيون.

منهنجي اندر جا نہ ڪنهن سڌڪا ٻُڌا
۽ چون ٿا، سڀ خوشيون منهنجون ٿيون.

هي ڪويتائون اچن ٿيون تو سان گڏ،
ڇا ڪڏهن هي بي ڇيون منهنجون ٿيون؟



بس رڳو تورڙي اڪيلائي
پوءِ يادن جي ڪائي ڇڄ آئي

مون کي اڄ پاڻ ٿو وٽي ڪيڏو
جيئن تنهنجي ڇهڻ جي ياد آئي

ڇڻ اڃان تنهنجو هٿ آ مون تي
ڇڻ وري آهي ساڳي، رات آئي

هُن جي رئي جو پلئه مِليو آهي
يا ڪا سُرهاڻ منهنجي گهر آئي.



ڪري ٻه ڪير سگهي ٿو شمار لمحن جو
جي تنهنجي ياد ۾ گذريا اداس صبحن جو

جي تنهنجو چهرو پري ٻُڪ ۾ ڏسان ٿو مان
نه چڻ ڪو مون ۾ ڪلي ٿو جهان ڪرڻن جو

سڀي دنيا ڪي مان هاڻي خوشي ڏئي ٿو سگهان
جڏهن چکايو پرينءَ آ سواد چپڙن جو

تون منهنجي بخت جي ڪا آخري عِلامت آن
سبب ٻه تون ئي آهين بي حساب خوشين جو.



سار ۾ ڪيڏو سمايل ٿو رهان
پيار جي آڌو اجايل ٿو رهان

هوءَ منهنجي سامهون آهي سدائين
پوءِ ڇو هن ڪان نتايل ٿو رهان

ياد تنهنجيءَ جون ٽڙي ٽاريون پون
پوءِ خوشبوءَ سان واڳيل ٿو رهان

تون جڏهن پوٽي اکيون آ پاڻ اريو
پوءِ ڇيڙن ڪان ستايل ٿو رهان

جنهن گهڙيءَ ڳولهي لڌم توکي پرين
لوڪ ڪان پوءِ مان وڇايل ٿو رهان



شعر منهنجا ته قدر پائن ٿا
جي اهي تنهجي دل لپائن ٿا

نيڻ چاهِن ته توکي ڏسجي رڳو
چپ ڪيڏو مگر ستائن ٿا

مون ڪان وهنوار ئي ويو وسري
پير توڙي ئي پنڌ ڪرائن ٿا

پيار تنهجو ملي سگهي ئي نه ٿو
خواب ڪيڏو ته رڙ زلائن ٿا.



چو پلا کِل پوڳ ٿي وسري وَبَئي
چا پلا کو عشق جو آ معاملو؟

ها توهان ماٺهن اڳيان ٿيو سُرخرو
ها بنا ڪنهن مرڪ جي مونسان ملو

هونئن نه محفل ۾ نشانو مان هئس
هاٺيءِ چو ايڏو نٺائي ٿا هلو

ڪا نظر اڇلي اسان ڏي چاهه جي
پاڻ ڪيڏو ٿهڪڙن سان ٿا هلو

مان وچايان پاڻ کي بستر ڪري
جي اوهان چاهيو نه ٿورو آهِلو.



چڻ نه پوپٽ جي پرن کي ٿو ڇُهان
جيئن مان تنهنجي چپن کي ٿو ڇُهان

تنهنجي چهري ڏي وڏڻ جي ڏوهه ۾
روز پنهنجين آڱرين کي ٿو ڪُهان

توڙي پهچڻ ٿي پيو ڏاڍو اٽانگو
دل چريءَ کي ڪيئن هي بوڙي چوان

هن کي منهنجي شاعريءَ سان پيار آ
تنهن ڪري رت روز دل کي ٿو ڪيان



شهر سنسان ٿي وڃن ٿا ڪيئن!
ڳوٺ ويران ٿي وڃن ٿا ڪيئن!

رنگ، خوشبوءِ خوشيون ۽ گُلڪاريون
تو سوا زيان ٿي وڃن ٿا ڪيئن!

تون جڏهن ٿي اکين کان اوجهل ٿين
عڪس بي جان ٿي وڃن ٿا ڪيئن!

ذڪر تنهنجو نه ٿو ڪيان جنهن دم
لفظ حيران ٿي وڃن ٿا ڪيئن!



چپ چو ڪانہ ڪا ڪري پئي آ
هوءَ تہ ڪي پهر ٿياءِ هلي وئي آ

وقت جي ان گهڙيءَ کي چا چئجي
گل ڇڻيو ۽ ٽڙي ڪلي وئي آ

نيڻ روشن ۽ چُپ جبل جيڏي
پوءِ بہ چڻ ڳالهہ ڪا سلي وئي آ

ڪِل ڪي ڪيئن ٿي پچائي هوءَ
ڪنوڻ چڻ ڪِنوڻ کان جهلي وئي آ.



اهو به سچ آ زمانو پنهنجي روايتن کي نپائيندو پيو
اهو به حق آ ته عشق آوي سدا دلين ۾ پچائيندو پيو

زمانو توکي هزار پردن ۾ ويڙهي سيڙهي لڪائي رکندو
۽ جلوو تنهنجو هزار پردن کي چيري چهرو پسائيندو پيو

مڙوئي رشتا هي زندگيءَ جا به توکي ڏاڍو چڪيندا رهندا
۽ عشق سارا هي بند توڙي گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ نچائيندو پيو

الاپ اهڙو جو دل چوي ٿي ته پنهجي دل کي به چيري رکجي
پر راز دل ۾ لڪل جو آهي سَنڌ سَنڌ ۾ چِڪائيندو پيو.



مان جڏهن توکان هٽايان ٿو ڏيان
هر حسين منظر وڃي ٿو ٻيءَ جُوءِ
۽ ٿو نظرن جو ٿئي ڏاڍو زيان
مان جڏهن توکان هٽايان ٿو ڏيان

تون جڏهن مون ۾ ڪرين ٿي آستان
مون ۾ پوءِ هر ڪو پسي ٿو تنهنجي رُوءِ
مان جڏهن توکان هٽايان ٿو ڏيان
هر حسين منظر وڃي ٿو ٻيءَ جُوءِ



مون مجيو آ تون دليلن کان مٿي آن
بس رڳو تون آن ته هيءَ دنيا وڏي ٿي
ذهن پُراسرار کان پڻ تون مٿي آن
مون مجيو آ تون دليلن کان مٿي آن

منهنجي راحت جو سبب بس تون ئي ٿي آن
جڏهن بيماريءَ ۾ هر شيءِ ڏني ڏئي ٿي
مون مجيو آ تون دليلن کان مٿي آن
بس رڳو تون آن ته هيءَ دنيا وڏي ٿي.



تون ڪنارن ڪي ڇڏين ٿي پوئتي؟
تو صدا ڪنهن جي ٻڌي سِيرن اندر؟
ڪُنَ تنهنجي منزلن ڪان اورتي
تون ڪنارن ڪي ڇڏين ٿي پوئتي

تو ڇڏيو مون ڪي اڪيلو ڇو هتي.
تڙپندو ۽ ڦٿڪندو وبرن اندر
تون ڪنارن ڪي ڇڏين ٿي پوئتي
تو صدا ڪنهن جي ٻڌي سِيرن اندر.



تنھنجي نگاھ دل ۾ کپي آھي جنھن سمي
ھڪ سونھن جو مينار اپو دل ۾ ٿي پيو.
مايوسين کي ضرب لڳي آھي تنھن سمي
تنھنجي نگاھ دل ۾ کُپي آھي جنھن سمي.

دل ۾ اجاري آس ڦٽي آھي جنھن سمي
تنھنجي حسن جو ڏُک چپن تي اچي پيو.
تنھنجي نگاھ دل ۾ کپي آھي جنھن سمي.
ھڪ سونھن جو مينار اپو دل ۾ ٿي پيو.



جنهن ويلي تون آهين مُنهنجي ٻانهن ۾.
دنيا کي بدلڻ جي خواهش پيڙکي ٿي.
ڪيڏي سونهن رچي ٿي پنهنجي راهن ۾.
جنهن ويلي تون آهين منهنجي ٻانهن ۾.

ويتر دنيا سهڻي ٿي وئي نگاهن ۾.
تنهنجي اکين ۾ پيار جي وٺ جيئن ڦڙڪي ٿي.
جنهن ويلي تون آهين منهنجي ٻانهن ۾.
دنيا کي بدلڻ جي خواهش پيڙکي ٿي.



نيري اپ تي اچي جهڙ جون ڪڪريون وڪريون پيون آهن
هوا جي رخ تي هيڏي هوڏي بيوس ڪيڏو اڏرن ٿيون
چرڻ ڪنهن مَنَ جون آسون ٻڌجي ڀاڪ اکين مان اڏيون آهن
نيري اپ تي اچي جهڙ جون ڪڪريون وڪريون پيون آهن

چرڻ ته امن جي جهنڊي جون ڪي وڪريل وڪريل ڇيهون آهن
چرڻ ته ڦٽيون ڪي وونٽن ۾ ڪنهن بم لڳڻ سان اڏرن ٿيون
نيري اپ تي اچي جهڙ جون ڪڪريون وڪريون پيون آهن
هوا جي رخ تي هيڏي هوڏي بيوس ڪيڏو اڏرن ٿيون.



مينهن جي لڙهين سان ڳڌجي تون وسين ٿي
ذهن سان ڳڌ جسم کي پڻ ٿي پسائين
۽ ڪرين ٿي ٻوڙ ٻوڙان جڏ رسين ٿي
مينهن جي لڙهين سان ڳڌجي تون وسين ٿي

پنهنجون سڀ شرطون مڃائي دل کسين ٿي
۽ اچي ٿي آس جا سڀ ڏيئا وسائين
مينهن جي لڙهين سان ڳڌجي تون وسين ٿي
ذهن سان ڳڌ جسم کي پڻ ٿي پسائين.



تون نشيلي، اَسُر جي ڪنهن پهر جيان
تون چِٽائي ان صبح جي سوهڻي
تون وڏي آئين ۽ مون ڏي لهر جيان
تون نبشيلي، اَسُر جي ڪنهن پهر جيان

تون چُلين ٿي منهنجي من ۾ بحر جيان
تون جي ناهين مان نہ آهيان، موهڻي.
تون نشيلي، اَسُر جي ڪنهن پهر جيان
تون چٽائي ان صبح جي سوهڻي.



چن چن ڪهڙي ساز جي آهي تنهنجي پيرن ۾؟
تنهنجي اکين ۾ ڪهڙو جام نرالو آهي؟
جنهن تڙپايو آس ڪي آهي دل جي ديرن ۾
چن چن ڪهڙي ساز جي آهي تنهنجي پيرن ۾

جر جر ذرتي ٿي پئي آهي منهنجي پيرن ۾
منهنجي اکين ۾ تنهنجو پيار جهڙالو آهي
چن چن ڪهڙي ساز جي آهي تنهنجي پيرن ۾
تنهنجي اکين ۾ ڪهڙو جام نرالو آهي.



رات جي ڪارنهن دنيا تان ڌوئي ٿي ماڪ
۽ هو افق تي ڳاڙها گل ٽڙن ٿا ڏس
ڪيڏا ڏنڏلا پر ڏسجن ٿا پنهنجا ٿاڪ
رات جي ڪارنهن دنيا تان ڌوئي ٿي ماڪ

رات جا گذري ڪنهن جا ان ۾ چڪيا چاڪ
اکيون کولي، آءُ اچي هي مون سان ڏس
رات جي ڪارنهن دنيا تان ڌوئي ٿي ماڪ
۽ هو افق تي ڳاڙها گل ٽڙن ٿا ڏس.



تون جڏهن. چير ٻڌي دل ۾ هلي ايندي آن
رات جي سانت ۾ ياد جو ويس ڍڪي
سڪ جي سمنڊ مان پري ڪيئي وٿيون ڏيندي آن
تون جڏهن چير ٻڌي دل ۾ هلي ايندي آن

تون سڄي ماحول کي مدهوش ڪري ويندي آن
روپ کي، سونهن کي، چاندوڪيءَ ۾ ڍڪي
تون جڏهن چير ٻڌي دل ۾ هلي ايندي آن
رات جي سانت ۾ ياد جو ويس ڍڪي.



ٹڌڪارون ٹڌڪارون آهي
تنهنجي ياد جي وستي پياري
ساري مند بهارون آهي
ٹڌڪارون ٹڌڪارون آهي

ڳوٺ سڄو هُٻڪارون آهي
هر شيءِ تنهنجي هستي پياري
ٹڌڪارون ٹڌڪارون آهي
تنهنجي ياد جي وستي پياري



حُسن جي انتها نہ حد آهي
ان جي گهرائي جي وجي ڪو ڏسي
نہ ڪوئي ديس نہ سرحد آهي
حسن جي انتها نہ حد آهي.

چوهہ چڪ، آچ بيحد آهي
هنجي هڪڙي نهار ۾ ڪو ڏسي
حسن جي انتها نہ حد آهي
ان جي گهرائي جي وجي ڪو ڏسي.



ڪير اچي ٿو منهنجي دل ۾
سپنو ساپيان يا تون آهين؟
ساهه نچي ٿو منهنجي دل ۾
ڪير اچي ٿو منهنجي دل ۾

ساز چڙي ٿو منهنجي دل ۾
تار آ سڏڪي يا تون آهين؟
ڪير اچي ٿو منهنجي دل ۾
سپنو ساپيان يا تون آهين؟



شام نويلي شرميلي ڪنوار وانگر
هوا هلي ٿي يا ٿو ان جو گهونگهٽ سرڪي
ياد لهي ٿي دل ۾ ڪنهن تلوار وانگر
شام نويلي شرميلي ڪنوار وانگر

ڪٽي پوي ٿي منهن تي ڪنهن چِمڪار وانگر
۽ منهنجي دل رکي رکي ٿي پيئي چرڪي
شام نويلي شرميلي ڪنوار وانگر
هوا هلي ٿي يا ٿو ان جو گهونگهٽ سِرڪي



رات جي چوٿ جيان تنهنجي اکين ۾ اسرار
تون پلي گهور، پلي گهورءِ پلي گهور پرين
اڄ ڪيل تنهنجا انهن مان بکن پيا اقرار
رات جي چوٿ جيان تنهنجي اکين ۾ اسرار

تون ڪڏهن رُسيئن نه مون کان نڪو ٿين ءَ ڌار
تون پلي دور، پلي دور پلي دور پرين
رات جي چوٿ جيان تنهنجي اکين ۾ اسرار
تون پلي گهور، پلي گهور، پلي گهور پرين.



پرينءَ جي ياد به هاڻي اچي نئين ڍنگ سان ٿي
نه ڪنهن جي ڏسڻ تي، نه ڪلڻ تي نه شرمائڻ تي
اسان ڪيَ ڏات به هاڻي ڏنگي نئين ڏبگ سان ٿي
پرينءَ جي ياد به هاڻي اچي نئين ڍنگ سان ٿي

اسان جي دل به تڙپي هاڻي نئين رنگ سان ٿي
نه ڪنهن جي رسڻ تي، نه ملڻ تي نه للچائڻ تي
پرينءَ جي ياد به هاڻي اچي نئين ڍنگ سان ٿي
نه ڪنهن جي ڏسڻ تي، نه ڪلڻ تي نه شرمائڻ تي



تنهنجي قربت سمجهايو ڇا آهي خوشي
توکي ڇمڻ سان وڌيم هئڻ حياتيءَ جو
حسن دنيا کي سمجهايو ڇا آهي خوشي
تنهنجي قربت سمجهايو ڇا آهي خوشي

تنهنجي سونهن ٻڌايو مون کي آدرشي
پرينءَ جي پير ۾ گهارڻ واري حياتيءَ جو
تنهنجي قربت سمجهايو ڇا آهي خوشي
توکي ڇمڻ سان وڌيم هئڻ حياتيءَ جو



دل گهٽو ٿي ٿي گهري پر ڪيئن توکي چاهجي،
هي زمانو، لوڪ جون نظرون ۽ پنهنجا خالي پيٽ،
توکي چُمجي، توکي پنهنجين اکڙين ۾ لاهجي،
دل گهٽوئي ٿي گهري پر ڪيئن توکي چاهجي.

دل ڪي هاڻي ڪيئن تنهنجي چاهنا تان لاهجي،
هي سمو، انبوهه ماڻهن جو ۽ تنهنجي اڪ ٿيٽ.
دل گهٽو ٿي ٿي گهري پر ڪيئن توکي چاهجي،
هي زمانو، لوڪ جون نظرون ۽ پنهنجا خالي پيٽ.



سانت جو شور ٿو ڪري پاڳل
ڏيمي سُر ۾ ڪو ساز ڇيڙ پرين
آهي ڪيڏو ويو اينگهي ٿي پل
سانت جو شور ٿو ڪري پاڳل

مان ازل کان رهيس ايئن وڪريل
مون کي پنهنجي هٿن سان ميڙ پرين
سانت جو شور ٿو ڪري پاڳل
ڏيمي سُر ۾ ڪو ساز ڇيڙ پرين.



ڪير تنهنجي اچڻ جي آڻي خبر
هي هواءِ رات يا ستارا هي
ڪنهن کي حوصلو نہ آهي پر
ڪير تنهنجي اچڻ جي آڻي خبر

ڪيئن دل مان اٿي رهي آ جر
ڏس اکين ۾ لڪل اشارا هي
ڪير تنهنجي اچڻ جي آڻي خبر
هي هواءِ رات يا ستارا هي



ڏس جهِنوي تاري پئي آ ڪيترو
دور ڪان اڏندو اچي ويٺو چُتُون
۽ سَمو هي چهچ ڪيڏو ٿي ويو
ڏس جِهنوي تاري پئي آ ڪيترو

ڏس ته منهنجي دَل لُڏي آ ڪيترو
جيئن ٿي ان تي اچي ويٺين ۽ تون
ڏس جهِنوي تاري پئي آ ڪيترو
دور ڪان اڏندو اچي ويٺو چُتُون.



تنهنجي اکين جون گليون آهن اداس،
تنهنجو چهرو دانهن ڇڻ ڪائي ٿو ڏي
مان ٿو پيانيان واس تنهنجو آس پاس
تنهنجي اکين جون گليون آهن اداس

تنهنجي ڪمري جي هُجان اونداهه ڪاش!
تنهنجو جنهن سان روپ ٿو ڳالهيون ڪري
تنهنجي اکين جون گليون آهن اداس
تنهنجو چهرو دانهن ڇڻ ڪائي ٿو ڪري.



اجان ھُن ڪنيو پير آھي ٺي مَس
تہ ڇم ڇم سجو ڳوٺ آ ٿي ويو
وڇائي ڇڏيو پارؐ ڪي آھي ڳس
اجان ھُن ڪنيو پير آھي ٺي مَس

اجان ھُن ڇنڊيا وار آلا ٺي مَس
تہ رم جھم ھي منھنجو ذھن ٿي ويو
اجان ھُن ڪنيو پيز آھي ٺي مَس
تہ ڇم ڇم سجو ڳوٺ آ ٿي ويو.



لٽو منهن پنو، ڪنڌ لڙيو، ڪرنگهو پڳو
رسي چيپي ماس ۾، ڦٽڪو ساهه ڏنو
ڏرتي سُڏڪي سانت ۾ موتيو ماڪ پنو
ڪوئل ڪُرڪي ڪوڪ ڪئي ڪبوتر رنو
جهريو جهور چُنو، ماءُ هَلي پٽ پيچري

*بنجامن مولائيزي، آفريڪي شاعرکي هڪ فوجيءَ کي مارڻ واري الزام ۾ ڦاسي ڏيڻ جي ردعمل ۾ اچي لکيل*



وري هڪ پيرو مونکي مات ڏئي وئي
وري اظهار ۾ مون کان ڪتي وئي
ڪٽي بادل نگاهن جا مٿان مون
رڻاري، منهنجي دل کي ۽ هلي وئي

رڳو هڪ نينهن آهي هن جهان ۾
جو ڪنهن کي ناهي پي ۽ ڏاهي پي ٿو
وري ويساهه پُختو ڪيو اسان ۾
حسن، جيڪو سدائين آئڙي ٿو

جي مون ۾ عشق جي آوي نري وئي
ته لڳندو زندگي پالهي لنگهي وئي
ڏئي ڪيڏي خوشي هوءَ اوچتو وئي
وري هڪ پيرو مون کي مات ڏئي وئي.



نہ ڏس مون ڏي چتائي هن ويلي
متان چهري جي لالي ڪجهہ ٻڌاوئي
ٻڌي اقرار جون سرٻاٽيون جا
خوشي تي رنگ چهري جا متائي
اها ٿورو لڪائي مان وٺان پوءِ
ملان ٿو توسان مک تي مرڪ آڻي
نہ ڏس مون ڏي چتائي هن ويلي.



جا ٿي منهنجي من ڪي روليِ
تو ۾ آ ساوڻ
اڙي او! ويسري،

ڪيئي ڏينهن لنگهي ويا آهن
اڄ تون هن سانوڻ،
اڙي او! ويسري،

ساري توکي ٿاري ٿاري
۽ هوانبن وڻ،
اڙي او! ويسري،

وري دل ٿي هرکي پيئي
تنهنجي لاءِ ڏسڻ،
اڙي او! ويسري،

ساوا پيلا پن وٽن ۾
سرءُ آءُ ڏسڻ،
اڙي او! ويسري.



**(1984ع ۾ حڪومت طرفان ڌاڙيلن خلاف آپريشن جي نتيجي ۾ ڪچي مان لڏپلاڻ وقت لکيل)**

آئي! منهنجو پاڻڙو
ڪنهن ڪير ويا
ڌرڻ وريو آ هيڪلو
وٽن پاڇا لاڙيا
جهڄي جيءَ پيا
ڌرڻ وريو آ هيڪلو
اکيون، ڪُنيون، سَڪٽيون
ڪالي پيٽ رهيا
ڌرڻ وريو آ هيڪلو

آس اکين ۾ ٻاڦ تي
ڦرڪي چپ پيـــا
ڌرتي وريو آ هيڪلو

پنهنجي گس تي اوپرا
ڪنهن جا پير پيـــا
ڌرتي وريو آ هيڪلو

جيءَ پياري جُوءِ ڪـــي
ڇـــڏي هير ويـــا
ڌرتي وريو آ هيڪلو



پرين تون ته هلي آ هيڪر
آهي مند اُداس.

پنهنجين مست نگاهن کي تون
پنهنجن ڪارن وارن کي تون
پنهنجن وچ وراڪن کي تون
ڇڏ پڪيڙي
آهي مند اُداس.
پرين تون ته هلي آ هيڪر
پنهنجن ٺهڪن جي تالن کي
پنهنجن سُرڻن جي سازن کي
پنهنجن ڇيڙن جي تاڪن کي
ڇڏ تون ٺوڙي
آهي مند اُداس.
پرين تون ته هلي آ هيڪر
تنهنجي نيڻن جي مرڪڻ جي
تنهنجي سيني جي سهڪڻ جي
تنهنجي نڪ جي موڙڻ جي
ياد وڪوڙي
آهي مند اُداس.



تون تہ نِمن جي ڇانوَ
مون لئہ نتھڻ اُس ۾
ٿڌي پاڻيءَ جا پيربل
تون مٽيءَ جا ٿانوَ
مون لئہ نتھڻ اس ۾
تو سوا ھي لوڪ ڇڻ
ڪان ڪان ڪنڌڙ ڪانوَ
مون لئہ نتھڻ اس ۾
تون ئي آن منھنجو اَجھو
تون جيئڻ جا ڏانوَ
مون لئہ نتھڻ اس ۾



اٿي آڌيءَ رات جو ننڊون ڦٽائي،
مون لاءِ سوچيو ٿي-
هوءَ ننڍڙي ٻارڪي سيني سان لائي،
مون لاءِ سوچيو ٿي-
آئيني جي اکيان اکيون جهپڪائي،
مون لاءِ سوچيو ٿي-
چُلهي جي پرسان جهرڪيون هيرائي،
مون لاءِ سوچيو ٿي-
وهاڻي کي زور سان ڀاڪرِ پائي،
مون لاءِ سوچيو ٿي-



ڳُهمندي ڳهمندي باغ ۾
ڏسي ڳاڙها ڳُل
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.
رُت بسنت جي سورج تي
ڏسي جهڙ جي جهُل
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.
هلندي هلندي لوڪ کان
ٻڌي ساڳيا هُل
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.
ساري پنهنجو سپرين
ورجائي هيءَ ٻُل
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.
ڪنهن مسافر جا ڏسي
ڳاڙها ڳل پِڳلَ
اڄ وري پنهنجو پرين آ ياد پيو.



وقت ڪي ڪاڙي ڪجي
ڪيئن ڪنهن کي ڳولهجي.

پون ۽ تتل، تريون چني
اپ اٽائو باھ ڏي
ڪيئن ڪنهن کي ڳولهجي.
هن جي ڪچ تي ٻار آ
هوءَ نه ساڳي پاڻ جي
ڪيئن ڪنهن کي ڳولهجي.
روپ جي رفتار تيز
ٿو گلن ۾ پيهجي
ڪيئن ڪنهن کي ڳولهجي.
درد ڪوهيڙو ٻٽيو آ
ڪو نه ٿو سُونهون سُجهي
ڪيئن ڪنهن کي ڳولهجي.



تنهنجو چهرو لال
ڪنهنجي اکين جي رانيوٽن سان-
تنهنجو چهرو لال
تنهنجي چپن جي چائٹ تي آ
هينئڙو هي پامال.
تنهنجو چهرو لال
تنهنجي اکين جي پرم ليٹيل
اوسيئڙو بي حال
تنهنجو چهرو لال
تون ٿي آهين جيڪا آهين
باقي سپ جنجال
تنهنجو چهرو لال

# گيت

## (پاڻياريءَ جو گيت سنڌوءَ ۾ سوڪهڙي وقت)

ڪيڏي ڪاري واري آهي
هاڻ نه واري ئي واري آهي.
سنڌو هٺندو هو جت چوليون
پاڻ پڇايون هون جت چوليون
توجا جُوءِ سنپاري آهي
هاڻ نه واري ئي واري آهي.
ڪيڏا ڏينهن لنگهي ويا آهن
ڏاڍا ڏک ڏنگي ويا آهن
ونجهه نه ڪو ڪا ناري آهي
هاڻ نه واري ئي واري آهي.
تنهنجا جذبا سنڌوءَ پيٽ
منهنجون آسون ان ۾ پيٽ
ڪيڏي تن ۾ ياري آهي
هاڻ نه واري ئي واري آهي.
اکيون پاڻي، پاڻيءَ ڪارڻ
سڪن جي نه وراڻيءَ ڪارڻ
پنهنجي سڪ نياري آهي
هاڻ نه واري ئي واري آهي.

# گيت

جيڪو مچ مچائي وئي آن
هاڻي ان ۾ ڪانئيون سور
مون سان اور
جيڪي تنهنجي ڳجهه جون ڳالهيون
چاهي زماني جي راهن ۾؟
چاهي محبت جي ٻانهن ۾؟
عشق جي تارازيءَ ۾ تور
مون سان اور
جيڪي تنهنجي ڳجهه جون ڳالهيون
رنج سندو جوڳهاءُ پيو آ
داغ ڪري سوداءُ پيو آ
هاڻي پنهنجي دل تان ڪور
مون سان اور
جيڪي تنهنجي ڳجهه جون ڳالهيون
تنهنجي پريت وهائي ڳوڙها
منهنجي پريت پيئي تي ڳوڙها
ڪير چئي آ ڪنهن جي زور
مون سان اور
جيڪي تنهنجي ڳجهه جون ڳالهيون



## 2010_ پوڙ جا ستايل

پاڻيءَ جڏهن اسان جا پير ڪڍيا
ته اسان سُڪَ جي تلاش ۾
سهڪندا، ڪنهن جاءِ تي اچي پهتا سين
۽ ان لمحي جي بيوسي، اسان جي چهرن تي
ڏسڻ لاءِ
موٽرڪارن وارا، پنهنجي ضمير جي تسڪين خاطر
اچي پهُتا-
هنن اسان سان همدرديءَ جو اظهار ڪيو-
ڪيترن لاءِ همدرديءَ جو اهو اظهار

بس! هڪڙي ئي دفعي لاءِ هُيو–
اُگهاڙن ۽ اُگهڙجي ويل پيرن سان زندگي گزارڻ
اُنهن جي مشاهدي ڪرڻ ڪان
گهڻو مختلف آهي–
ڪنهن ڏنتڙيل جي، هڙان وڙان مدد ڪرڻ
صدقي، خيرات، زڪوات جي ناليءِ ۾
سولو ڪم آهي–
ائين ڪرڻ سان گُناهن جو بار گهَٽِجڻ جو
احساس پيدا ٿئي ٿو-
۽ ماڻهن جي بيوسيءَ جو تماشو ڏسڻ
ان ڪري به ضروري ٿئي ٿو
نه يقين ٿي سگهي ته
هن هُجوم ڪي امداد وٺڻ جي طلب
ڪيڏي گهڻي آ
۽ پنهنجي حالت بدلائڻ جي همت
ڪيڏي گهٽ--!!



عشق جو آسمانُ گهمي ڏسندينءَ
پارٽ کي بي نشانُ ڪري ڏسندينءَ

دل پَٽي پارٽ کان پَري اُڇلي
جِسم جو باردان ڪٽي ڏسندينءَ

مارُ ڪيڏو نگاهه جو ٿو ٿئي
گهورَ جو تيز ڪانُ هٽي ڏسندينءَ

وصل جون سي گهڙيون جي ٽپڪي پون
ڪي هجي اِمڪانُ ته جِي ڏسندينءَ



## محبت جون ڳالهيون

محبت جون ڳالهيون
جڏهن هن کي هاٺي ڇڇوريون لڳن ٿيون
تڏهن دل چوي ٿي
نئين ڪا محبت جي هڪڙي ڪهاڻي ٻڌائڻ
شروع ڪيان
........هلي جيڪا هزار راتين کان اڳتي
اڃا اڳتي ....... اڳتي،
۽ پاڻ ۾ روئني هيوستن جو آلاپ پيدا ڪيان
........۽ آئي لو يو.. وري مان ٻه ڳايان
...........................

جسم جي ڪُراڙپ
اڪلائي،
بيروزگاري،
معاشي مسئلا،
...نئين ان ڪهاڻيءَ ۾ بي معنٰي پاسن
....نئين سا ڪهاڻي، هلي جيڪا هزار راتين ڪان اڳتي
بي معنٰي پاسن اهي سماجي رشتن جا ٻنڌڻ.
...... رڪاوٽ وجهن ٿا جيڪي دلين ۾
محبت جي ان، مان ڪهاڻي ڏکيءَ ۾،
اولاد کي پنهنجو همراز نٿاهيان،
معصوم ٻارن جي ٿڪن کي ڪوئي ترانو ڪيان
۽ دوستن جو ڪو مضبوط لوڙهو اڏيان،
چگيرن، مشيرن کي ميڙي نبيرو ڪرايان
.... محبت جي ان ريت کي گڏجي اڳتي وڌايان

............................

........اجان مان ڪهاڻيءَ کي اڳتي وڌايان
جنوني سياست ،
اجان جنهن کي ماڻهوءَ جي ناحق لهوءَ ۾

وهنجڻ جي آهي تمناء
اجاجنهن کي ڪاتي ڪٽڻ لاءِ
... بيگار گهرجي
انهيءَ کي محبت جي نئين ڪا ڪهاڻي
پڏائڻ شروع ڪيان
...... هلي جيڪا هزار راتين کان اڳتي
.. مونکي ان ڪهاڻيءَ لاءِ ڪردار گهرجن
... انا جي هڏي تن جي ڪرنگهي مان نڪتل گپي
اها مان ڪهاڻي ايڏي وڏايان،
جو هر ڪو محبت جي سنهڙن سرن کي
.....پنهنجي ڪنن ۾ سانڍي رکي-



اڄي نيت جذبن جا تاندا ڦُلا ٿيا
نه تنهنجي چپن مان مگر ڦوڪ نِڪتي

سدائين رهيو جسم ڏکَ ۾ رڪاوٽ
دليون ڪو نه مليون، رڳو هُوڪَ نڪتي

جدائيءَ ڏنا جِهيرَ ڪوئل کي جيئن ٿي
لِڪا ڳوڙها اندر، ٻهَر ڪُوڪَ نڪتي

عقل کان نه سلبي ڳجهارت دلين جي
نتيجو ٻُڙي آ، جي هڪ چُوڪ نڪتي.



## بغداد تي حملو

امريڪا ۽ ان جي اتحادي فوجن
بغداد تي
بمباريءَ جو بهريون وسڪارو شروع ڪيو
۽ بلڪل ان ئي سمي
تو مونکي اها ڳالهه چِٽي ڪري ٻُڌائي
ته تنهنجو مون سان عشق جهڙو ڪو به تعلق ناهي-

ويچارو بغداد،
۽ ان جون ڪجون
۽ ان جا گلاب
۽ ان جا ٻارڙا...

ويچاري منهنجي دِل
۽ ان جون حسرتون
ان جا خواب
۽ ان جا ارمان...

بغداد کي برباد ڪرڻ وارن جي دعويٰ آهي ته هو ان کي ٻيهر تعمير ڪندا-!
پر افسوس،
جو منهنجي دل لاءِ اهڙو ڪو به واعدو ڪيل ناهي-!!



## نظم

جڏهن دل تمنا ڪرڻ ئي نہ چاهي،
گهرڻ ئي نہ چاهي،
جو گهُرجي ٿوان کي-
جڏهن هڪڙي وک تي
اچي پنڌ پهچي-
۽ پوءِ اتي ئي ڄمي بيهي رهجي-
نہ اڳتي ئي وڌجي،
نہ پوئتي ئي هٽجي-
نہ وک کي وڌائي
پنڌ کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪجي-
نہ ڪو روچ راڙو منزل نہ ماڻڻ جو
پيدا ڪجي-
پلا اهڙي لمحي کي
سانڍي رکڻ جو جتن ڪو ڪجي؟
فنا جي سفر ۾
اندر ئي اندر ۾
هلڪو ڪري پاڻ
اچلائي-ڇڏجي.؟



# زبيده

## (منهنجي ڀيڻ منهنجي ڌيءُ)

وڏي ڀيڻ منهنجي
ننڍي ڌيءُ بڻجي
ڳگن تان اُڳڻ تي اچي آ لٿي –

مونکي جنهن ڪرايو سفر عرش جو
لفظن ۾ هن جي هئي جادوگري –
منهنجي لاءِ "ڳُل جائو سمر سمر" هئي
اُها لوڪ ڳيتن جيان هئي مٺي –

ڪٽي چيلھہ تي جنھن ھئو مونکي گھمايو
ڳُڏيءَ جيان اچي آ ھٿن ۾ پئي

منھنجي لاءِ وڏيون ڇماروُن پني
گذاري سگھي ڪانہ پنھنجي وھي

۽ مان ڪيو عزم ان سان اھو
ادي! مان گھُٽيل تنھنجا ارمان سارا
ويا جيڪي ناموس تان وارجي
جَھلي چيچ سوڙھين گھٽين مان ٽپائي
وڏين شاھراھن تي پھچائيندس
تون پنھنجي جوانيءَ کي پورو ڪجان –
مان تنھنجو اَبوُ ۽ ڀاءُ ٿيندس - !!



هر ڪو ماڻهو هلي ٿو پاڻيءَ تي
پير هن جا زمين تي ناهن

سپ کي گهرجي جواز نفرت جو
عاشقي، شاعري روا ناهن

مان سڃاڻپ ڪان ڪيئن آجو ٿيان
مون تي هي چار ڪنهن وڌا آهن

منهنجي ملڪيت سڄي خدائي آ
ڪوڙا قبظا سڀن ڪيا آهن



خيرپور جون ڪجيون
سج لهندڙ کي پنهنجين ٽارين جي وارن
۾ سوگهو ڪيو-
هر ويراني کي
آباد ۽ سهڻو ڪيو-
چنڊ کي رات جو
هٿڙا گهمائي ننڍڙو ڪيو
خيرپور وانگيان
منهنجي دل جي نگر ۾ به
جهرمٽ ڪيو-
خيرپور جون ڪجيون -

تون جا منهنجي هَير
تون آهين ڪير؟
ٻڌائين چونه ٿي مونکي

تون منهنجي اندرجي آن ڙِير
تون منهنجي ظاهرجي زنجيرَ
تون آهين ڪير
ٻڌائين چونه ٿي مونکي

تون مون لئه سونا سونا سنگ
تون مون لئه ڳاڙها ڳاڙها پير
تون آهين ڪير
ٻڌائين چونه ٿي مونکي

تون مون لئه اچرج
جي آن گهڙي

تون مون لئه
ارڻ تر آن تقدير
تون آهين ڪير
ٻڌائين چونه ٿي مونکي -!!



زمانو زور لائي ٿو
۽ مونکي ڪري محروم تنھنجي حسن کان
پاڳل بڻائي ٿو
ھو چاھي ٿو
تہ جيڪو حُسن ھو ماڻي سگھيو ناھي
اھو ڪو بيو بہ ماڻي ڇو؟
زمانو جنھن کي چئجي ٿو
اھو محروم، بزدل، ارڻ سَھو ماڻھن جو جٿو آھي
انھيءَ کي جو ڌڪاري ٿو، ڌُتاري ٿو
ان کي عشق چئجي ٿو
زمانو ان جو ويري آ
۽ ھوُ پڻ،
زماني جو—!!



## سوانحي غزل
## Tribute to family & friends

زندگي منهنجي حصي ۾ جيڪا آئي
سان خوشين جي اداسائي به آئي

ٻاڪ، نيڪي، هير، گھر جون رونقون ۽
آ وشال مَنَثار، مثال ان کان سوائي

دل جي ڌڙ ڌڙ جون صدائون جو ڳنايون
آ اچي ارشاد منهنجي دل ٻڌائي

جوصلن کي پَست ٿيندي جيئن ڏٺو آ
فيض ۽ آصف جي ياري راس آئي

هڪڙي لمحي ۾ اچي مان قيد ٿيو هان
ان جي گذرڻ جي گهڙي پر ڪا نہ آئي

پيرون ٿيون چپريون تائي اُتَت ۾
ياءُ ياچائي بہ چڙ منهنجي ڪمائي

ساز ڪيڏي پيار مان ”بابا“ چوي ٿو
هيءَ بہ هڪڙي سوڪڙي آهي خدائي

دل چوي بابي امان کي ڪو ٻڌائي
اج وري ڏاڍي اوهان جي ياد آئي.

باڪ، نيڪي، هير = ڏيئرن جا نالا
وشال ۽ مثال = پٽن جا نالا
ارشاد = گهرواري
فيض = فيض الله پيرزادو (دوست)
آصف = آصف فرخي (دوست)



دنيا جي مسافت ۾ ٽڪُس، چور ٿي پيُس
تنهنجو وجود ذهن جي لئہ سيج پلنگ آهي

تون منهنجي حياتيءَ کي نئين معنيٰ ڏني آ
هر موڙ گذر گاهہ جو، نئين قوس قزح آهي

مان ڪيترن خانن ۾ حياتيءَ کي ورهايو آ
جنهن خاني جي گم چابي آ، ان ۾ هو رکيل آهي

مان روز ٿو برباد ڪريان پنهنجي ڪمائي
ڀرپور حياتيءَ جو جيئڻ، روز مرڻ آهي



منهنجي دل جي اڪيلي وڻ تي
اچي ٿي ڪوئل جڏهن به ڪوڪي
انهيءَ کي خاموش ڪيئن ڪرايان
ڪيئن لنوايان مان عشق ازلي
ڪيئن پڏايان
توکي ته هاڻي سنسار سُونو لڳي رهيو آ
اندر ۾ اُونو وڃي رهيو آ
ته تنهنجي ڪچ ۾
لڪائي منهن کي
رهيل حياتي گذاري ڇڏجي.



سوا تُنهنجي عنايت جي
پيلا پيو پاڻ وٽ چاهي

هئي دنيا اکين اوجهل
رسايو تو هتي آهي

هُيس اڻ ڄاڻ هر شيءِ کان
نه ٿي ڄاتم قصو چاهي

رڳو آ ياد تنهنجو هٿ
ڪڍيو جنهن تارِ مان ڪاهي.



## ”عدت ۾ ويٺل سنڌ جائيءَ لاءِ“

اڙي شاهزادي
هي دربار ۾ سڀ سوالي
ڪٿان ڪان ڪهي
تنهنجي ديدار لئه اچي گڏ ٿيا هِن
هي سورج جا ڪرڻا
هوا جا هي جهُوٽا
چاندوڪي راتيون
گلن جون قطارون
پاڙي جي گِهٽي
محفل جي رونق
لباسن جا جهُرمٽ
اهي سڀ مسافر ترسيا پيا هِن
انهن کي تون پنهنجي خيرات ڏئي ڇڏ
ڏئي ڇڏِ تون ڪنهن کي مُرڪن جي پيالي

ءِ ڪنهن کي ٿڪن جا ڪجهہ سڪا
ءِ ڪنهن کي جلون جي روشن بينائي
اڙي شاهزادي
تون پنهنجي خزانن کي تالا نہ هڻجان
تون پنهنجي ڏکن کي سپن سارڻ وندجان
اڙي شاهزادي
ڇا توکي خبر آ
تہ هن زندگيءَ جي سُهاني سفر ۾
اسان کان جي هٽڙو ڇڏائي وڃن ٿا،
ڪاڏي وڃن ٿا؟
اهي جيت جي ليڪ جلدي ٽپن ٿا
اسان پڻ اها جِيت جي ليڪ چاهيون ٽپڻ ٿا
اهو ٻوڙ جي راند جو قافلو آ
ڪي جلدي پُڄن ٿا
ڪي اجان ٻوڙ جي قافلي ۾ ٻڪن ٿا
اسان سڀ انهيءَ ٻوڙ ۾ گڏ آهيون
انهيءَ قافلي کي هلڻ ڏي
اڙي شاهزادي
تون پنهنجي خزانن کي تالا نہ هڻجان
سفر جاري رکجان.



## عشق جو بيان آهي

عشق جو بيان آهي
ڪيترو ٻڌي سگهندين
زندگي ته ٿوري آ
ڳالهه هڪ گهڙيءَ جي آ
۽ اها گهڙي هڪڙي
زندگيءَ ۾ معنيٰ ڪا
ڪيئن ٿي ڪري پيدا
ان ڪان پوءِ حياتي ڇهي
ان گهڙيءَ جو اينگهرُ آ

هر طرف اهي ٻي رنگ
هر طرف اُها خوشبو
چوطرف پکيڙ آهي، پُونءِ تي بهار آهي
حُسن ترورا آهي
ڪيترا ڏسي ڏسندين
عشق جو بيان آهي...

پير ڪيئن ڪريا هئا جڏ
ڏار کي تو ڏوڙيو هئو، ياد ڪرانهيءَ ڏُن کي
نيڻ تنهنجا تبديل هئا
ڪيترن ئي خوابن سان
منهنجي دل به تبديل هئي
ڪيترن ئي جذبن سان
بس اهو ئي هڪ لمحو زندگيءَ ۾ افضل آ
باقي سڀ وڌاءُ آهي
عشق جو بيان آهي...

ياد ڪر جڏهن منهنجي
اک ۾ پيو ڪک هئو
زور سان تو ڦوڪيو هئو
ڏئي پلئه کو ململ جو

کوسڙو اھو احساس
روح ۾ رھي پيو آ
بس رڳو اھو احساس
منھنجي لئہ جواز آھي
توسان ايڏي قربت جو
تون ڀلي ھلي وئي آن
منھنجي لاءِ مون وٽ آن
دنيا سان منھنجو ڇاھي...



## غصو

اشارن ۾ ڳالهيون ڪرڻ جو زمانو
گهڻو وقت ٿيو جو گذري ويو آ
شهر جي غصي کي
ناهي ضرورت ڪنهن ديوار جي
جو ان تي اُڪرجي
اعلان بڻجي
ماڻهن جي آڌو ظاهر ٿئي
هاڻي ته هر شيءِ
جيڪا به سچ آ
جيڪا به حق آ

هر ڪنهن جي آڏو موجود آهي
رڳو بي حسي آ
رڳو بي وسي آ
ڪو سرواڻ نہ آهي
ڪوئي سالار ناهي
رڳو دعويٰ وارا آهن بچيا
انهن ڪان جي پڇجي
سياست جي بازيگرن ڪان جي پُڇجي
چون ٿا تہ ٽڪراءُ جو وقت ناهي
۽ فرد جيڪو پنهنجي ئي گهر ۾
محبوس آهي، تي وي ڏسي ٿو .
پاراتو ڏئي ٿو
انهيءَ ڪي جنهن هن کي
مٿي وارو هٿ ڏئي سمجهايو هئو
”خوشحالي ايندي
جي ٽيڪنالوجي ترقي ڪندي!!
سياست ۾ چاهي!
۽ هاٿي هر شيءِ آ. Live ٿي وئي
ٽيليفون ۽ نيٽ سستا ٿيا هِن
بئي پاسي
B.P، شگر، ڊپريشن وڌيا هِن،

ايوان سارا اغوا ٿيا هِن،
فرد جو فرد سان رابطو ڪو نه آهي.
”رڳو مان“ جي ٿيوري هلي آ رهي
۽ پنهنجي ڪمري ۾
محبوس سو شخص
سوچي رهيو آ
هاڻي اهو ڪم به چا
ٽيڪنالوجي ڪندي.
چينل مان نڪري
هر شخص ٻاهر اچي
ٺاهوڪو چنبو غاصب جي منهن تي
وهائي ڪڍي.



سونهن جي پاسي ٿيڻ چاهيان ٿو مان
پيا چڙي توڙي ٿيڻ چاهيان ٿو مان

تو اجا ناهي فنا تي غور ڪيو
۽ فنا تو ۾ ٿيڻ چاهيان ٿو مان

تنهنجي اُڻ تڻ جو نه آ احساس پر
پاڻ کي ظاهر ڪرڻ چاهيان ٿو مان

تنهنجي يادن جو وڇائي غاليچو
۽ مٿان ان تي سُمهڻ چاهيان ٿو مان



## ٻار جي شادي جي حوالي سان

هڪڙي حسين سوچ
تخيل ۾ هئي رهي
ان کي بيان ڪرڻ لئه
مون شاعري ڪئي
هر ڪنهن پڇيو ته ڪير
اها ڪير ٿي لڳي
سا ڏِٺ جي هوندي ته مگر
اڻ سلي رهي
سو حسن نيٺ روپ وٺي

منهنجي گهر لٿو
۽ ڪير جهڙي ليڪ
افق تي ڪڍي ويو
هڪ نئون سفر شروع ٿيو
منهنجي حيات جو
۽ وڪ وڪ گل ٽڙيا
ڏينهن رات جو
مون کي ڏنائين فرحتن ۽ راحتن
جو سمنڊ
جنهن مان ٽپيون هٽي
مان توانو سدا رهيس
ڪاوڙ نه مون کي آئي
ٿڌو ايئن ٿي ويس
هر ڪنهن لئه مرڪ منهن تي
اوڊي سدا رهيس
ٿڪ هن جا سدا سرهاڻ واس ڏين
لڙڪ هن جا اندر جو چير ڦاڙ ڪن
منهنجي مزاج منهنجي عمل جي
اها ڪنجي
اڄ هڪ نئين تخليق جي لئه مون سپرد ڪئي
آهي دعا ته حسن ۾ هن جي

بقا رهي
پنهنجي وجود سان
اجالا وجي ڪري
هن ڪائنات کي نئين خيرات
هوءَ ڪري
منهنجي حيات جي اٿو باک
سپ ڏسو
هيءَ ڪنوار منهنجي پيار جي
آ ساک
سپ ڏسو.

*باک (وڏي ڌيءَ)*



## منهنجي ڪهڙي هستي آ !!

منهنجي ڪهڙي هستي آ !!
ڪائنات ۾ تون آن، حسن جي تجلي ٿي
هر وجود جي آڏو روشني پکيڙين ٿي
ڏينهن جو تون سج آهين
رات جو ٻه چنڊ سان گڏ
بي شمار تارا آن،
ڪيتري اَياڻي آن
تون نه ٿي اهو ڇاڻين
تنهنجي هڪڙي چُمڙيءَ ۾

پل اُها هجي ڪن پل،
هوندي ڪهڙي مستي آ؟

تون جڏهن ملين ٿي ۾
ٿورڙو کلين ٿي پوءِ
ڪيئن هي سچو پاڙو
بيخوديءَ ۾ جهومي ٿو
تنهنجي آڏو مان ڇاهيان
منهنجي ڪهڙي هستي آ

هي اداس بستي آ
جيڪا منهنجي دل آهي
پر انهيءَ جي سرشاري
ساري تو وهيٽي آ
منهنجا هٿ پڌل آهن
ڪيئن توکي ترسايان
تون پين وهيٽي آ
ڪيئن دل کي مان دائم
فرحتن ۾ ڪيڏايان؟
منهنجي ڪهڙي هستي آ
هيءَ اداس بستي آ

آدميءَ ۾ پستي آ
در گذر چڏي هٿ مان
رهه گذر وٺي اهڙي
جنهن ۾ ساڻ ڪيني جي
گپ، چڪ پڪڙيل آ
پير جنهن مان هاٿي، هو
ڪيئن ڪڍائي؟ سوچي ٿو.
پيار جا حسين جهرڻا
پوئتي ئي رهجي ويا
جن ۾ ڏوبجي ماڻهو
مرتبو هو ماڻيندو
هاڻي ڪهڙي هستي آ
آدميءَ ۾ پستي آ

جان منهنجي سستي آ
تون جڏهن پڊڙ چاهين
حال پنهنجو اوريان مان
تنهنجو ڏيان مون ڏي ٿئي
پوءِ مون ڪي چا گهرجي
دل ڪي ايئن اوتيان مان
جيئن نار جون لوٿيون

۽ اهو هلي هر دم
اِن ۾ پاڻ جوئيان مان
وهندي وهندي ڳُهجان مان
منهنجي ڪهڙي هستي آ
منهنجي جان سستي آ

تنهنجو روپ الستي آ
تنهنجو ساٿ لمحي جو به
منهنجي لئه حياتي آ
ڪيڏي هونئن ڏکي آهي
وک وک وڏڻو آ
پاڻ کي گهلڻو آ
ڪيئن مان ڪٿيان هان، جي
تنهنجي ساهه جي ڏنوٽي
ڪو نه مون کي سيکي هان
۽ تنهنجي جسم جو بخمل
نه تڏڪان بچائي هان
تنهنجو روپ الستي آ
منهنجي ڪهڙي هستي آ



## نظم

### روڪي وجهين هان!

اکين مان نگاهون رَسَن جيان وَٽي
انهن سان ڇڪي مونکي پنهنجي بدن سان
چنبيڙي ڇڏين هان
هٿن کي مروڙي پنهنجي هٿن سان
منهنجي چپن کي پنهنجي چپن سان
وڏي مينهن وانگي پچائي ڇڏين هان
ڏوبيءَ جيان
ورائي ورائي ساٿو وجهي
وجودئون ئي مونکي وڃائي ڇڏين هان
اڙي اوپياري
وڃڻ چو ڏنئي
روڪي وجهين هان.



## نظم

وري چوندي تہ ايڏا ڪوڙ
تون چوٿو هٽين مون سان
جڏهن هن کي پڏائيندُم
تہ تنهنجي روپ جي هڪڙي ادا
مون کي ملي ماڊوري ڊڪشت ۾
تہ مان جهَٽ ۾!
اها تصوِير ڪمري ۾ لڳائي آ
۽ تنهنجي سِڪ لاهڻ جي
نئين ڪوشش ڪئي آهي

مَچيندي ڪانءُ چوندي
تہ ايڏا ڪوڙ تون چوڻو ھٽين مون سان.
جڏھن ھن کي ڀڄائيندم
تہ توکان پوءِ سمورا ڏينهن
اکيون منھنجون رھيون اٽڪيل
تنھنجن ڏورن جي جادوءَ ۾
قابوءَ ۾ رھي ئي ڪا نہ پئي دل جا رڳو
ھلي ويندي تو ڏانھن ڊوڙي پئي
ڪلي چوندي تہ ايڏا ڪوڙ تون
چوڻو ھٽين مون سان
مگر مون کي يقين آھي
ڪڏھن خاموش ڪنھن پل ۾
بدن پنھنجي جي بخمل ۾
چڏيندي مون کي ايئن ويڙھي
ازل جا ٿڪ لهي پوندا.



## حَسن درس جي مرتئي تي

پنيرڪي ۾ پُونءِ چڏي وَئين

نيـڻ نندڙا تولئہ آتا
تـِن ۾ سـاگر گـوڙهن جا تون
پنهنجي بدران ڪيئن رکي وئين
پنيـرڪي ۾ پُونءِ چڏي وَئين

پنهنجي پيرن جون رولاڪيون
نيڻن واريون گهورَ گُفتائون
پرڪڻ، پُرجهڻ لاءِ چڏي وئين
پنيرڪي ۾ پُونءِ چڏي وئين

شاعر هُئين يا عاشق هئين تُون،
تنها هُئين يا مجلس بازُ
هرڻ هٺيلو تنهنجو من هئو
يا الفي پاتل سراپا نياز
جيون پنهنجو ڪري پرولي اُچلائي
وئين پنيرڪي ۾ پُونءِ چڏي وئين



موں کي ساھ سنگھڻ ڏي پنھنجو
موں کي مست الست ٿيڻ ڏي

موں تي ڪير بدن جو ھاري
منھنجو سارو مير ڌوئڻ ڏي

موں ۾ پنھنجا نيڻ ڪپائي
مَن جي اونداھيءَ کي ھٽڻ ڏي

موں کي رنگ ۾ پنھنجي رنگي ڇڏ
ڪو نہ ٻيو ڪو رنگ چڙھڻ ڏي

جو ٿي موں مان ھٽ ڪڍين تون
موں کي جَهل مونکي نہ رلڻ ڏي

”ماٺھوءَ چائي ماٺھو آھين“
ماٺھن کي تون ڪوڙ ھڻڻ ڏي

اکيوں ڪول ۾ چپ ڍرا ڪر
دل کي کولي خوب کلڻ ڏي

## پناٽي

اسانجي سُونهَن اسانجو ساهُه
پناٽيَ شاهُه، پناٽي شاهه

اها ٻولي نه ٿي مِٽجي
اها لولي نه ٿي وسري
ڦُٽي جيڪا مٽيءَ مان آ
مِٽي جيڪا هي آدم آ
اهو آ مُعجزوان جو
اهو آ مرتبوان جو
اهو ئي آ اسانجي راهه
پناٽي شاهه، پناٽي شاهه

اِنهيءَ جو آ جو ڏتڙيل آ
انهيءَ جو آ جو وِرسيل آ
پَهَو آ زخم چڪندڙ جو
اَجَهو آ عشق اُتندڙ جو
سهارو نار جو آهي
جَهلوجُهونجهار جو آهي
سنڌي جِت جِت، اتي هُو آهه
پناٽي شاهه، پناٽي شاهه.



## افسوس

ڪيتري افسوس جي ڳالهه آهي -
اڄا حمد ۽ ترانو پڙهي
اسڪولي ٻار
بينچن تي ويٺا ئي مس هوندا
ته دهشت هنن جي اکين مان ظاهر ٿي هوندي-

ڪيڏي افسوس جي ڳالهه آهي
ته صبح جي مهڪندڙ ۽ ٿڌڙي هير ۾
هزاره ۽ ڪشمير جي بلند پهاڙن کي
ڏسندڙ مسافر ( ٽوئرسٽ )

جي پيرن هيٺان زمين ڪسڪي وئي هوندي-
ڪيڏي افسوس جي ڳالهه آهي
ته جيڪو مسافر وچڻ دوران نظارا ڏسندو ويو
موٽڻ تي اهي هئا ئي ڪونه -

ڪيڏي افسوس جي ڳالهه آهي
جو اسان کي هڪٻئي سان
پيار ۽ همدردي ڏيکارڻ لاءِ
هڪ وڏي ۽ ڀيانڪ
زلزلي جي ضرورت آهي-



## ملالہ جي بهاني
## ( پنهنجي لاءِ هڪ نظم )

ملاله کي مان ڪونہ سُڃاڻان
مان اُن جي خاندان کي بہ
ڪونہ سڃاڻان -
مونکي هن جي سوچڻ جي انداز جي بہ
خبر نہ آهي -
پر پوءِ بہ مونکي ڏاڍو ملال ٿيو -
ان واقعي جو -
پوءِ مان پنهنجي دل کيٓ ڦولهيو
تہ اندر جي گهرائيءَ ۾
هڪڙو لمحو مليو
جڏهن هڪ سورنهن سالن جي نوجوان کي
جيڪو پنهنجي ڌرتيءِ پنهنجن ماڻهن
جي بلند وقار لاءِ

پنهنجي قد بُتَ کان وڏيون ڳالهيون ڪرڻ لڳو هئو
بندوق جي ناليءَ سان ڇُهي
هيسايو هئو-
اهو هيسايل ٻار
ڏينهن رات جي ڳٽپ سان گڏ
وڏو ٿيندو ويو
هن جي ڌرتي ۽ ان جي ماڻهن جي
عزتِ نفس کي پامال ڪيو ويو
هن کي پنهنجي وفاداري
ثابت ڪرڻ لاءِ
هڪ نئين اَينٽري ٽيسٽ مان گذرڻو پيو-
ان پَڄُ ڊُڪَ ۾
هو ماحول کان ڪٽجي ويو
اندر ئي اندر ۾ گُم ٿيندو ويو-
جڏهن ڊگهي ننڊ سمهي پيو
۽ اوچتو ئي
جڏهن هن کي ڪنهن خواب مان جاڳايو
ملاله کي مٿي ۾ گولي هنئي وئي آهي-
ڇا ملاله اکيون کوليندي؟
ڇا اهو هيسيل ٻار
پنهنجي ڊگهي ننڊ مان اٿندو؟



## نظم
## (اسلام آباد مان ملڪ لاءِ)
## ڏڪارو نياپو

تنهنجو ڏڪارو نياپو،
منهنجي اکين لاءِ ڪٽي پاڻي آيو..
۽ تنهنجي ڳراٽي جڏهن ياد آئي
ته دل چئي ته سيني ۾ ڦٿڪي پئي آ ...
وري ڏس تصوُّر ڪيڏي ڏک ڀري آ
ڏسڻ لاءِ اهو اُپ ٽُڪرو جو تنهنجي اڱڻ جي
مٿان آ وڇايل ....

تنهنجون مهمانيون ۽ سي آسيسيون
ڏسڻ لاءِ تصور ڪيڏي ڏُک پيري آ .....
ڀلا ڪيئن توچاتو،
ته توکي مان ڪنهن پل وساري سگهان ٿو....
ڀلا ڪيئن توچاتو،
ته توسان محبت لاءِ اظهار گهرجي،
ڀلا ڪيئن توچاتو،
ته تنهنجو بدل ڪو منهنجي لاءِ پيو آ
جو تنهنجو ڏُڪارو نياپو مون تائين پهتو......



# غزل

وينگس ويٺي وار سُڪائي
چا نه جواني، چا اوسيئڙو

ويٺي، ڳڙڪيءَ ڪان پئي نِهاري
بُوند نه چا هئي !، چا اوهيڙو

چندرما جهڙي چهري تي
چا نه سُونهين ٿو پيو موهيڙو

پيچ پِني آهي ڳوڙهن سان
ياد نه جهڙي آ ڪوهيڙو



## وائي

ڏَرَ ورن ٿـــا، ڏَرَ اُٿـــي ٿـــي
شام اچي ٿي

گهڙو مٿي تـي، مُرڪ چپـن تـي
ساهيڙن سان کِلـنـدي اچـي ٿـي
شام اچي ٿي

پـوپـاڙيءَ جـا پـاڇـا آهـن
ولڙڪان وِچڙيل ڪونج وجـي ٿـي
شام اچي ٿي

هر ڪُلهـي تـي، پَـري مـٿـي تـي
هارياڻـي ڪـا ٽِلـنـدي اچـي ٿـي
شام اچي ٿي

هن ڪتاب جو ورق ورق اٿلائيندي مون محسوس ڪيو ڇڻ جديد شاعريءَ جون تقاضائون پوريون ڪندي هي ڪتاب جديد سنڌي شاعري جي علامت بڻجي ويو هجي. شاعريءَ ڪي محبتي ماڻهن جي دلين جي التجا سمجهي پڙهڻ گهرجي، انهن جي ڪيفيتن ۾ سمائجي وڃڻ گهرجي تہ جيئن سندن ڪيل پورهئي کي ڪوئي سڪون ملي سگهي.

## امر پيرزادو

جڏهن مٽيءَ جو گارو ڪري گهر جو اڱڻ لنببو آهي، ڇڻ سانوٽيءَ جو ساٺ ڪبو آهي. اهو آلو اڱڻ اُسَ ۾ هوا تي ڇڏبو آهي، جيئن سڪندو آهي. تيئن ان مان آلي مٽيءَ جي مَـهَـڪَ نڪرندي آهي. جيڪا گارو ڪندڙ جو ٿڪ لاهيندي آهي تہ شاعر پنهنجي پريںءَ جي احساس کي آلي اڱڻ جي مهڪ وانگر ڇانئجڻ مان پيار جي پيڙا جو ٿڪ لاٿو آهي. صاف ۽ سرهاڻ پريو ساهہ کنيو آهي.

## فيض پيرزادو

شاهہ محمد پيرزادو گهڻ رخو شاعر آهي، جهڙيءَ ريت هو عالمي حوالي سان انساني حقن جي لتاڙ کي محسوس ڪري ٿو اوترو ئي هن پنهنجي داخلي احساسن جي ترجماني بہ ڪئي آهي ۽ ڪٿي تہ هو پنهنجي ڳوٺ کي ايئن ٿو ساري جو لڳي ٿي نہ ٿو تہ هو ڪو هڪ پل بہ ڳوٺ کان ڌار ٿيو آهي، ڇا جيڪڏهن ڪو شاعر ثقافتي طور سان پنهنجي ڌرتيءَ ۾ ايڏيون پختيون پاڙون کوڙيون بيٺو هجي تہ ڇا تاريخ ڪيس پنهنجي سيني سان لائڻ ۾ ڪا ڪسر ڇڏيندي؟

## غوث پيرزادو

هڪ پانڪ جي حيثيت ۾ مون کي حيرت جي حد تائين هن ڪتاب ۾ ان ۾ آيل نظمن جي انفراديت اها لڳي آهي ته اڄ جي نئين يُگ ۾ جڏهن هر شخص (لکندڙ آهي يا پڙهندڙ) تي ميڊيا پنهنجو زوردار اثر وجهي رهي آهي ان سمي شاهه محمد جي نظمن ۾ ڪٿي به اشتهار بازيءَ يا دماغ سوزيءَ جو ڪو به اثر نظر نٿو اچي، هيءَ نظم اسان جي سموري ڪلاسيڪي شاعريءَ وانگر شاعر جي وجداني ڪيفيت ۾ جذباتي سچاين جو نِجُ اظهار آهي ۽ اهو به الڳ ڏڪشن سان جنهن جو خالق به شاهه محمد پاڻ آهي.

## رڪيل مورائي

شاهن هڪ طرفي محبت جو قائل شاعر ناهي پر هيءَ انهيءَ مهل جو شاعر آهي جنهن مهل محبوب سان ملي نٿو سگهجي ۽ بيتابي وڌندي رهي ٿي. هي سڄو ڪتاب انهيءَ وڌندڙ بيتابيءَ جو نتيجو آهي.

## امير ابڙو

شاهه محمد جا نظم پڙهندي، ڪيترن ئي هنڌن تي هن جي ڏڪشن مان لوڪ رنگ جهلڪندي نظر اچن ٿا ۽ ڪٿي ڪٿي سندس مشاهدي ۽ تجربي سان ريس به ٿئي ٿي.

## علي حسن چانڊيو



## شاهہ محمد جي غزل مان رومانوي سُر اُڀري ٿو

## واسديو موهي

شاهہ محمد پيرزادو دراصل نظم جو شاعر آهي، پر روُنگ ۾ هُن گيت، وايون، ترائيل، بيت، ٽيڙو ۽ غزل بہ لکيا آهن. شاهہ 1978 کان شاعري ڪندو پيو اچي . هُن سنڌي ادب جون ڪي رچنائون اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيون آهن. جن ۾ شيخ اياز جي شاعري جو انگريزي ترجمو بہ شامل آهي.

شاهہ محمد جو مذڪور ڪتاب آرٽ پيپر تي ڇپيل خوبصورت رچنا آهي .

ان ۾ ڏنل ٿورن غزلن ۾ مکيہ طور رومانوي سُر اُڀري ٿو. پر اُهو روايتي پنڙين تي هلندڙ رومان ڪونهي . ان ۾ اظهار جي الڳيت آهي جا ڌيان جوڳي آهي :



**سُونهن جون سَوَ صُورتون**

**شاھہ محمدؐ پيرزادو**

**پريم پرڪاش**

پر تو منهنجي اکين ۾
گهوريو ئي ناهي
پر تو منهنجي چپڙن کي
چوسيو ئي ناهي
تون ڇا ڇا ٿين
توکي ڏسڻ سان
منهنجي اندر ۾
ڇا ڇا ٿئي ٿو.

پارڻ بہ قاتلانہ خوبصورت آهي، فوٽو ۾ عشق جي اوور فلو جذبات واري رومانوي نظمن لاءِ هن 225 صفحا ٿي تہ ڏنا آهن (ماٺهو زندگي ڏئي ڇڏيندا آهن) ۽ اجا اوسيڙي ۾ وينو آهي!

(ڪيترين حسينائن هن کي ڏسڻ بعد شعر لکيا هوندا. اميد ته ان بعد انهن حسينائن جا مجموعا پڙهڻ لاءِ ملندا.)

... هت هڪ ڳالهه واضع ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان: نئين خون ۾ رووِلٽ ڪرڻ به ته هوندي آهي. ان لاءِ جوکم کڻڻ جي چيز آهي. ورنه مزو ڪهڙو؟

... موضوع جي ٽريٽمينٽ: ڪابه صنف، ڪوتا، نثري نظم، غزل وغيره صرف نون موضوعن يا نون موضوعن جي پراڻي ٽريٽمينٽ، نباهه ۾ نئين ڪانه ٿيندي آهي. ان جو اڳ ذڪر ڪيل آهي. ان لاءِ نئين ذهنيت ته جڙيل آهي ئي، پر نون موضوعن کي موزون، نئين ٻولي ڏيڻ ۾ به ڪوي شاعر جي تخيلقي سڄاڳي ۽ قوت ڪپندي آهي. چوڻ جو ضرور ناهي ته اها چٽپٽاهٽ پري تلاش سُٺري ناهي. فن جي تلاش ۽ تراش جو ڪو انت ئي ڪونهي. ته اها ئي ٻولي پنهنجي تلاشيل نئين tool سان ڪوتا جي اظهار کي تازگي به ڏي ته ٻوليءَ ۾ نئين حوالائي قوت خواهه معنائن جي ويڪري رينج به رکي. ساڳئي وقت گهٽ لفظن جي استعمال سان ڪافي ڪجهه چئي وجڻ جي ملاهيت به ڏيکاري. ان ڪيميائيِ پرڪريا مان ئي نوان تازه اظهار يعني پيشڪش جا طريقا محيا ٿيندا آهن. اتي هڪ ڪوي رچناڪار نه صرف ٻين کان الڳ ٿئي ٿو بلڪ، پنهنجي نجي سڃاڻپ به جوڙي ٿو ته روايتي ذهنيت کان هٽي، نئين تازه ذهنيت جو هڳاءُ پنهنجي ڪوتا، نظم ۾ موٽائي ٿو.



# عشق جا نقش ۽ دل جو رقص
## انور ابڙو

مون کان سنڌ جي مٽيءَ پڇيو تہ، "اهو کهڙو شاعر آهي، جيڪو چوي ٿو تہ، آءُ جو، (ٽيهين سيپٽمبر) ناهيان- ۽ نہ، (پهرين آڪٽوبر) آهيان. ڇا اهو ان سرمست سوچ جو تسلسل آهي، جنهن چيو آهي تہ:
نا مين شيعہ نا مين سني، ڇا اهو، جوئي آهي- سوئي آهي؟، جي ائين آهي تہ پوءِ 'سونهن جون سوين صورتون' کهڙيون آهن؟"

مون کيس شاهہ محمد پيرزادي جو ڪتاب ڪٽي ڏنو هن اُن کي ڏنو ۽ مُرڪي ڏنائين. هوءَ اِن شاعر کي سڃاڻي پئي. هوءَ ان کي هڪ ويد سمجهي پئي، جيڪو مُهين جي دڙي جي پرسان سنڌوءَ جي ڪناري تي لڪيو ويو هيو. هن نماڻائيءَ واري لهجي ۾ تخليق ڪيل ان نفيس شاعريءَ کي دل جي سار ۽ پرينءَ جي ڪا ميار پئي سمجهيو.

# سولهن جون سو صورتون

"اِن شاعريءَ کي غور سان پڙهجانءِ ۽ سمجهجانءِ" هوءَ ائين چئي لاڙ ۾ پاٽيءَ هيٺ آيل جهوپڙي ۾ گهڙي ويئي.

هوءَ اهو سڀڪجهه ڄاڻي ۽ سڀ ڪنهن کي سڃاڻي پئي. هوءَ آئي هئي، رڳو اهو ٻڌائڻ ته، "جيڪو شاعر پاڻ کي نه 'ٿيهين سيپٽمبر' تو ڇوي ۽ نه 'پهرئين آڪٽوبر' مان اُن جي اِن فلسفي کي سمجهان." پر مون لئه ته هيءَ شاعري "جوڳيءَ تي جڙاءِ، نسورو ئي نينهن جو" وانگر آهي. مينهن ته آيو پوڙان پوڙ ڪري ويو پر هيءَ شاعري ته جيئاري ٿي ۽ اهو محسوس ڪرائي ٿي ته، "شاعري محبوب جو بدن ٿيندي آهي. اها اُن جي وارن جي ڇڳن ۾ لڪل ڪو طوفان ٿيندي آهي. اها اُن جي اکين جو غضب ٿيندي آهي ۽ اها اُن جي رسڻ ۽ پرچڻ جي وچ واري وات تي ٻانهون ٻڌي بيٺل هوندي آهي . شاعري، جي انقلابي به هوندي آهي، تڏهن به اها انقلاب جي عاشقن جي اکين جو تجلو هوندي آهي. انهن جي دلين جي دعا هوندي آهي ۽ انهن جي دلين جي هندورن ۾ هڪ خواب کي لوڏيندي ۽ جوان ڪندي رهندي آهي.

اِها بندوق ۽ آکيري وارو تڪرار ناهي هوندي - ۽ نه ئي اِن جي لفظن جي پاڪائي ڪو سوال بڻبي آهي.

مون ته هميشه شاعريءَ کي دل جي روشني ۽ دماغ جي ديوانگي سمجهيو آهي. ڀٽائي، سچل، سامي، حافظ، خيام، غالب، گوئٽي، فيض، اياز، ساغر صديقي، شمشيرالحيدري، انور پيرزادي، تاج بلوچ، امداد حسيني ۽ نسرين انجم ڀٽي، جنهن جو هڪ نظم آهي:

رات ساري صبح تک بيتي
اور صبح آئي تو اندي ٿي

ڪان وٺي حسن مجتبيٰ، حسن درس، اعجاز منگي، عطيہ دائود، جان خاصخيلي، وِمي سندارنگاڻي، اياز جاني ۽ شاهہ محمد پيرزادي تائين، سيني جي شاعريءَ جي درد ۽ نينهن جي بي ساختہ اُڇل رڳوانهن ڪي سمجهہ ۾ ايندي، جن عاشقيءَ جي اسيريءَ ۾ پنهنجي زندگي گذاري هوندي.

ڪجهہ دوست شاهہ محمد پيرزادي جي ڪتاب جو ليِ آئوٽ ڏسندا، ان جو فونٽ ڏسندا، شاعريءَ جو گهاڙيٽو ڏسندا، موضوعن جو تنقيدي جائزو وٺندا ۽ ان مان مختلف نظريا ڳوليندا اهڙن ٻارن وانگر، جيڪي برسات ڪانپوءِ مٽيءَ مان ڪوڏ، سپون ۽ سِڪا ڳوليندا آهن - يا ٽائيٽل تي ڳالهائيندا، پر منهنجون اکيون ان ڪتاب ۾موجود شاعريءَ جي درد جي دل جي ڳڙڪي ڳولين ٿيون، جنهن مان مون کي ان سپاجهي ڇوڪريءَ جا مٽي جا چيڙهہ ورتل وار نظر اچن ٿا، جنهن جي بيگناهي ڪهاڙيءَ جي وار خلاف هڪ فرياد آهي. مون کي ان ۾ سنڌ جي اُن ڇوڪريءَ جي بہ تصوير نظر اچي ٿي، جنهن کي پيار وارو قيد آزاديءَ وانگر محسوس ٿيندو آهي - ۽ جيڪا سنڌي سماج ۾ پنهنجي پيار جا پيرڙا، ڍچ ۾ ڍاهيندي تہ وڃي ٿي، پر هوءَ اهو نہ ٿي سمجهي تہ سندس عشق جا نقش هن ديس جي چولي تي ٽاڪجي چڪا آهن، جن کي هاڻي ڪير بہ ٽوڙي نٿو سگهي.

شاهہ محمد پيرزادي جي شاعري هڪ اهڙي واديءَ وانگر آهي، جنهن ۾ ماڻهو داخل تہ ٿيندو آهي، پر پوءِ اُن مان ٻاهر نڪرڻ جون سڀ واٽون وساري ويهي رهندو آهي. هن جي شاعري پڙهي ائين چئي سگهجي ٿو تہ "شاعري يا تہ ٿيندي آهي يا ٿيندي ئي ناهي،" جيئن اسان جي پئبلو نرودا چيو هيو:

Love to be
or
Not to be

محبوب، شاهه محمد جي شاعريءَ جو محور- ۽ عشق جي لهجي ۾ پنهنجن احساسن ۽ جذبن جو اظهار سندس من جي برفباري آهي. هو پنهنجن خيالن جي اظهار کي عقاب جي جهڙپ جهڙي تيزي ڏئي ٿو ۽ پڙهندڙ جي دل ۽ دماغ تي هميشه تازو رهندڙ هڪ ڇهاءُ ڇڏي وڃي ٿو. هو ڏوراپا ڏئي ٿو شڪايتون ڪري ٿو پنهنجي ياد جا فائيل کولي ٿو ڳوٺ، ڳليون ۽ پنهنجي پيار جون ساريون سچايون، جيئن من ۾ اچنس ٿيون، تيئن بيان ڪري ٿو پر شايدِ اهو نٿو چاهي ته، سندس اِن شاعريءَ جي رم جهم ۾ ٻيا ڪيترا عاشق پنهنجي پناهه حاصل ڪندا. سچ پڇو ته، شاهه محمد جي شاعريءَ ذريعي، مون کي محبت جي معصوميت سمجهه ۾ آئي آهي.

هن شاعريءَ ۾ اوهان کي محبوب جي بندگيءَ وارو روايتي خيال هرگز نه ملندو. هيءَ شاعري ته عشق جو مهاڳ آهي. پيار جي خوشبوءِ کي پنهنجي پٽوءَ جي ڪنهن ڳجهي خاني ۾ رکڻ شاهه محمد ئي رکي سگهي ٿو. سندس محبت ئي سندس قلم کي شاعراڻي زبان ڏني آهي.

هو ته سنڌي شاعريءَ جي سمنڊ ۾ پنهنجو هڪ ننڍڙو ٻيٽ ناهي، اُن تي پنهنجن شاعراڻن خيالن جو هڪ ننڍڙو محل اڏي ويٺو آهي.

تون ڪاوڙجي وئين آن

۽ مان هن وقت بلڪل ساڳي ڪيفيت ۾ آهيان

جڏهن ننڍي هوندي

مون کي ڏاڏي ٻڪ لڳي هئي.

***********

سونھن جون سؤ صورتون

شاھ محمد پيرزادو

SCHEHERZADE

It can be said that Shah Muhammad Pirzada was born with a sliver quill and ink in his hands as he is the scion of a well-known family of fiery revolutionaries and poets from the village Balhreji which was once dubbed as Little Moscow in Larkana. These two elements fuse together to form the basis of his poetry. I first encountered his poems from the days of the MRD movement which gave voice to a courageous struggle against dictatorship which wielded an unholy alliance of terrorism and brutality but could not suppress the note of defiance in Sindhi poetry. The poems Shah Muhammad Pirzada wrote in those days too were infused with the feelings of love and empathy. It seemed that a poet of love and beauty is lost in the wilderness of dark times. Over the years, the element of love has triumphed and come to the forefront in his poetry. However, like his politics, the expression of love too is different from the usual for Shah Muhammad Pirzada. The feeling of love in these poems does not give rise to a sensuosness or physical abandon but the inherent lyricism is infused with a sadness, an inconsolable pain and loss. It is the poetry of a strange separation not only from the beloved but also from the universe, which is half-realized and somehow beyond words ----- it is an unforgettable glimpse of all the beauty and wisdom of the universe which seems to be within your grasp and yet remains shimmering away in the distance beyond all imagination.

Asif Farrukhi




ISBN # 978-969-568-111-4
Rs. 300/=

www.scheherzade.com.pk
info@scheherzade.com.pk

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي چو، چالاءِ ۽ ڪينئن جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)